# حديقة الاولياء

تاليف

سيد عبدالقادر بن سيد هاشم

بن سيد محمد تتوي

تصحيح

سيد حسام الدين راشدي

## منشور الوصیت:

(مع هشت ضمیمه راجع بدوره‌ٔ کلهوره و نادرشاه افشار) مجموعه فارسي بسیار مفیدی است که یکي از برگزیدگان محققان پاکستان و شیفتگان ادب فارسی، به طبع رسانیده است- دکتر ایرج افشار در راهنمائي کتاب.

## مقالات الشعرا:

درین کتاب مصحح فاضل آن، مقدمه‌ٔ مفید و ارزنده ای را در باره مؤلف و آثار اونوشتة است، درحواشي کتاب ......... شرح بسیار مفیدی را از کتب تاریخ و تذکره وغیره اضافه کرده است و این حواشی مفصل رابجائي خودش باید تکمله ای براین تذکره حساب کرد. خلاصه، زحمات مصحح فاضل آن، سزاوار ستآیش و تمجید و تشویق فراوالي میباشد. واین روش، درتصحیح و چاپ کتب تذکره و تاریخ، بوسیله سایرین باید ,,شمع راه،، و مورد تقلید و تتبع قرارگیرد — دکتر نقوي در کتاب تذکره نویسي فارسي در هند و پاکستان.

## تکمله مقالات الشعرا:

گرد آورنده آن، دانشمند جلیل القدر آقائی سید حسام‌الدین که از فضلاي‌ٔ فارسی شبه قاره پاکستان وهند میباشد، درترتیب و تصحیح این تذکره بسیار زحمت کشیده و دراین چاپ حواشي و تعلیقات که گرد آورنده فاضل مزبور، بمتني کتاب علاوه کرده است، خیلي پرمایه و باارزش و مطالب آن خیلي بیشتر از متن خود تذکره است .....مساعي گرد آورنده در تهیه این مطالب و زحماتي کے دراین زمینه متحمل شده است، سزاوار بسیار تحسین و آفرین است و براي‌ٔ گرد آورندگان کتب تذکره و تاریخ، بمثابه ,,شمع راه،، و بهترین نمونه و مثال است. انتشار این کتاب از جمله خدمات مهمی است که، انجمن ادبی سند بد نیای‌ٔ ادب فارسی انجام دادة است که مجال شرح و وصف آن اینجانیست — دکتر علیرضا نقوي در کتاب تذکره نویسي فارسي در هندو و پاکستان.

# حديقة الاوليا

تاليف

سيد عبدالقادر بن سيد هاشم بن
سيد محمد تتوي

( در سال ١٠١٦ ه‍. نوشته شد )

بتصحيح و اهتمام

سيد حسام الدين راشدي




طبع كرده
سندی ادبی بورد
حيدرآباد سند
پاكستان

١٩٦٧ ع

جمله حقوق طبع این کتاب مخصوص بانجمن
ادبی سندی حیدرآباد است.

بها ۰-۰-۸ روپیه

طبع اول ۱۹۶۷ع

تعداد ۱۰۰۰

نشر کرده
محمد ابراهیم جویو
دبیر افتخاری انجمن ادبی سندی
۳- سول لین - حیدرآباد سند
پاکستان

باهتمام علی نواز وفائی
در وفائی پرتنگ پریس، پاکستان چوک،
کراچی (پاکستان) طبع شد.

# مرام ناشر

این کتاب در سلسلهٔ نشریات انجمن ادبی سندی، تحت برنامهٔ - وسائل تکامل تاریخ و ادبیات ملي - ترتیب و طبع گردید .

برخوانندگان محترم پوشیده نیست که ، بسا آثار گرانبهائ عربی و فارسی از طرف محققین بزرگ سندی ، در زمینهٔ تاریخ و سیر و حدیث و تصوف و ادب و شعر نوشته شده و تاکنون برخي ازان بصورت مخطوطات در زوا یائ وکتبخانهائ شخصی بطاق نسیان افتاده اند .

این انجمن میخواهد که چنین آثارگزیده را ازگوشهٔ تاریکي وگمنامي بر آورده و بنظر ارباب ذوق و دانش برساند . و در مدت ده سالیکه این برنامه از ۱۹۵۶ تا ۱۹۶۸ع دوام میکند، در نظر درایم که (۱۳) کتاب عربي و (۳۰) کتاب تاریخی فارسي و (۷۵) کتاب شعر و ادب فارسی و (۷) کتاب اردو و (۷) کتاب انگلیسی را طبع و نشر نمائیم .

کتابیکه اکنون بخوانندگان گرامی تقدیم میشود ، از سلسلهٔ نشریات فارسی کتاب بیست و یکم (۲۱) است و از جملهٔ آثاریکه، تاکنون بطبع و نشر آن موفق آمده ایم ، کتاب سی و چهارم (۳۴) شمرده میشود ، که اینک از نظر خوانندگان عزیز میگذرد .

## اعتراف

انجمن ادبي سندی ، از مساعدات مالی وزارت معارف حکومت پاکستان ، که از روی کمال معارف خواهی در راه طبع و نشر سلسله مطبوعات این انجمن فرموده است ، خیلی متشکر است و این اقدام نیکو را بنظر استحسان مینگرد .

بیاد

یار جانی

# آغا بدر الدین خان درانی

( مرحوم و مغفور )

عفت الدیار محلها فمقامها

بمنی تأبد غولها فرجامها

فمدافع الریان عری رسمها

خلقا کما ضمن الوحی سلامها

دمن تجرم بعد عهد انیسها

حجج خلون حلالها و حرامها

رزقت مرابیع النجوم و صابها

و دق الرواعد جودها فرهامها —— لبید

●— آهي وسئون ـ جتي ٻـل پهر آجهـاپ ڪندا هئاسي ۽
آهي وستيون — جتي رهائيـون ڪندي وقت گذاريامي
— ويرانان ۾ ويون ! .

●— واءِ قسمت ! سر زمين سنڌ اندر غـول ۽ رجام وارين
ٽڪرين جي ڍڪ ۾، اڄ انهن جا نشان به ڪونه بچيا!.

●— ريان جي چشم و ٿان ٽڙي پکڙي هليا ويا ! رڃ جي
ويرن ، جيتوڻيڪ انگن ڍاهيندي کين گهٽايو، ليڪن
اڃا به انهن جون يادگيريـون ، اڃين موجـود آهن —
جيئن پٿر تي ليڪو ! .

●— اهي نشان انهن ماڳن جا آهـن ، جن منجهان ساٿ ڏٽي
هليو ويو آهي . مهينا ٿي ويا ۽ سال گذري چڪا ! .

●— متن بهار جون بوندون بار بار پيون ۽ ڪيترا پيرا اتر ٻهار
جا ڪارا ڪڪر وڏا ڦڙا وسائي چڪا ! .

●— ويران هجڻ سبب هاڻي مٿن گاهه ڄمي ويو آهي ! .
واءِ قسمت ! . ( آزاد ترجمو )

## فهرست


| | | |
|---|---|---|
| | مهاڳ سيد حسام الدين راشدي | ٩-١٦ |
| | عڪس چئن خطي نسخن جا | ٩٧-١٠٢ |
| | ديباچہ مؤلف | ١-١٥ |
| ١ | ذڪر شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني | ١٧ |
| ٢ | ذڪر شيخ صدرالدين ملتاني | ٢١ |
| ٣ | ذڪر شيخ رڪن الدين قدس سره ملتاني | ٢٥ |
| ٤ | ذڪر عثمان شهباز مرندي قدس سره سيوستاني متوفي ٦٧٣ هہ ( نظم ) | ٣٩ |
| ٥ | ذڪر شيخ پتہ قدس سره متوفي ٦٨٠ هہ | ٣٥ |
| ٦ | ذڪر شيخ حماد جمالي تتوي - مدفن مڪلي | ٤٩ |
| ٧ | ذڪر شيخ جيہ ولد شيخ نعمت الله قدس سره ( نظم ) مدفن مڪلي | ٦١ |
| ٨ | ذڪر پير مراد شيرازي تتوي قدس سره ( نظم ) متوفي ٨٩٣ هہ - مدفن مڪلي | ٦٣ |
| ٩ | ذڪر سيد علي شيرازي تتوي قدس سره متوفي ٩٨١ هہ ( نظم ) مدفن مڪلي | ٦٥ |
| ١٠ | ذڪر سيد نظام ولد سيد ناصر بڪري قدس سره مدفن روهڙي | ٦٧ |
| ١١ | ذڪر شيخ نوح بڪري قدس سره . مدفن قلعہ بڪر | ٦٩ |

١٢ ذڪر مخدوم حسام الدين ملتاني قدس سره
مدفن حسام پوره ملتان ٧٣

١٣ ذڪر مخدوم بلال قدس سره ـ متوفي ٩٣١ هه
مدفن باغبان ( تلتي ) ٧٩

١٤ ذڪر قاضي دته سيوستاني متوفي ٩٧٠ هه
مدفن باغبان ( تلتي ) ٨٣

١٥ ذڪر درويش احمد و محمد ولدان مخدوم
اسحاق هالائي قدس الله ارواحهم متوفي
٩٣٤ هه ـ مدفن هالا ٨٧

١٦ ذڪر شيخ هوتي لاکه قدس سره ـ مدفن موريائي ١٠١

١٧ ذڪر احمد و محمد ولدان شيخ هوتي لاکه
قدس سره ـ مدفن موريائي ١٠٩

١٨ ذڪر درويش حسن مقري قدس سره
مدفن بانوت ( ٻاٺوٽ ) ١١٥

١٩ ذڪر مخدوم ساهر لنجار قدس سره ـ
متوفي ٩٨٠ هه مدفن انرپور ( انڙپور ) ١٢١

٢٠ ذڪر مخدوم عربي ديانه هالائي قدس سره
متوفي ٩٨٠ هه مدفن هالا ١٢٧

٢١ ذڪر مرحوم مخدوم نوح هالائي عليه رحمة
متوفي ٩٩٨ هه ـ مدفن هالا ١٣١

٢٢ ذڪر درويش وهيه قدس سره ـ متوفي ١٠٠١ هه
مدفن تورڪي ١٤١

| | | |
|---|---|---|
| ۲۳ | ذکر محمد اسماعیل سومره قدس سره<br>متوفي ۹۹۸ هـ . مدفن اگهم | ۱۰۳ |
| ۲۴ | ذکر درویش رکن‌الدین ولد د تو ( یا وسیو )<br>قدس سره . متوفي ۹۸۸ هـ . مدفن دشت | ۱۰۷ |
| ۲۵ | ذکر راجا ستي د‌َل قدس سره . متوفي ۹۷۹ هـ<br>مدفن رائدن | ۱۶۵ |
| ۲۶ | ذکر شیخ برکیه کاتیار قدس سره .<br>متوفي ۹۹۸ هـ . مدفن کاتیار | ۱۷۰ |
| ۲۷ | ذکر درویش چرکس ولد دن سرکي قدس‌سره<br>مدفن ونگه | ۱۸۰ |
| ۲۸ | ذکر شیخ موسیٰ آهیداني قدس سره | ۱۸۹ |
| ۲۹ | ذکر درویش صدر ولد کیهور اوٺ قدس سره<br>مدفن ولهار | ۱۹۳ |
| ۳۰ | ذکر درویش پنیه ناریجه قدس سره .<br>متوفي ۹۰۰ هـ . مدفن رین | ۱۹۷ |
| ۳۱ | ذکر درویش هالہ سعته قدس سره . مدفن آمري | ۲۰۱ |
| ۳۲ | ذکر درویش ابراهیم ولد ناکودر تهیه قدس‌سره | ۲۰۳ |
| ۳۳ | ذکر درویش علاوالدین بکیه قدس سره<br>متوفي ۹۰۹ هـ . مدفن دشت نزد برهمن آباد | ۲۰۹ |
| ۳۴ | ذکر قاضي صدهو ولد حماد قدس سره<br>متوفي ۹۰۰ هـ . مدفن وهیرو | ۲۱۳ |
| ۳۵ | ذکر درویش یحییٰ ولد عالم البکري القریشي<br>ریلائي قدس سره | ۲۱۷ |

٣٦ ذکر قاضي خيرالدين قدس سره .
مدفن قريب نصرپور ٢١٩
٣٧ ذکر درويش يعقوب پليجه قدس سره . ٢٢١
٣٨ ذکر شيخ مغل چاچڪ قدس سره . و شيخ
موسيٰ چاچڪ قدس سره . مدفن مڪلي و چاچڪ ٢٢٧
٣٩ ذکر شيخ پريه ويرداس . متوفي ٩٣٠ ھ
مدفن ڪوه گنجه ٢٣١
٤٠ ذکر درويش عمر بودله قدس سره .
مدفن اگهم کوت ٢٣٥
٤١ ذکر درويش آلو قدس سره . مدفن کنار سانکره ٢٣٩
خاتمه . ( منظوم ) ٢٤٠
رساله در شرح حال سيد عبدالهادي جميل شاه
گرناري ٢٤٣


———

# مهاڳ

سنڌ اندر، صوفي سڳورن ساداتن ۽ مشائخن جي سوانح ۽ تذڪرن تي ڪافي ڪتاب لکيا ويا آهن. ڪي ڪتاب عمومي تذڪرا آهن ۽ ڪي ڪن خاص خاندانن جي احوال ۽ نسبي سلسلن تي مشتمل آهن. مڪتوبات ۽ ملفوظات جا مجموعا ڪثير تعداد ۾ ان آڳراند موجود آهن.

گهڻا ڪتاب ضايع ٿي ويا آهن، ڪن جو هاڻ ڪي پتو ڪونه آهي، ليڪن جيڪي راقم‌الحروف جي پنهنجي ڪتب خاني ۾ موجود آهن يا نظر مان گذريا آهن، تن جي تعداد مان اندازو ٿئي ٿو ته ماضيءَ ۾ انهيءَ ڏس اندر پنهنجي سنڌي بزرگن ۽ اهل قلم حضرات وڏو خزانو ۽ بيش بها ورثو پيدا ڪيو آهي.

انهيءَ قسم جي ڪتابن جي فهرست مختصر جائزي سميت هن هيٺ درج ڪجي ٿي. اهي ڪتاب مشائخن ۽ صوفين جي سلسلي ۾ يا سنڌ جي ديني خواه تصوف جي تحريڪ ۽ تاريخ ۾ سڌي ۽ ضروري ماخذ جي حيثيت رکن ٿا. سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ لکڻ وقت انهيءَ ذخيري کي ڏسڻ ۽ منجهانس مواد وٺڻ از بس لازمي ٿيندو.

آسانيءَ خاطر فهرست کي مختلف خاندانن تي تقسيم ڪري درج ڪيون ٿا، جيئن معلوم ٿئي تہ سنڌ جي هر هڪ سلسلي تي پاڻ وٽ ڪيترو مواد موجود آهي .

## ا- عمومي تذڪرا

**ا- تذڪرة الاوليا:** علامہ قاضي محمود ٺٽوي. تاليف ٩٨٠هہ. هن وقت تائين جي معلومات مطابق، هي پهريون تذڪرو آهي جيڪو سنڌ جي صوفين ۽ اهل طريقت جي حالات تي لکيو ويو آهي . افسوس آهي جو هنجو ڪو بہ نسخو ملي نہ سگهيو آهي .

**٢- حديقةالاوليا:** عبدالقادر ٺٽوي . تاليف ١٠١٦ هہ. ايندڙ صفحن ۾ تذڪروءَ ان تي تبصرو ملاحظي هيٺ ايندو.

**٣- گلزار ابرار:** غوثي حسن مانڊوي . تاليف ١٠٢٧ هہ. هي فارسي تذڪرو هندوستان ۾ لکيو ويو آهي . ارغونن جي گهل کان متاثر ٿي جيڪي مشائخ سنڌ مان هجرت ڪري هند هليا ويا انهن جو قيمتي مذڪور ملي ٿو. اردو ترجمو **اذڪار ابرار** جي نالي ١٣٢٦ هہ ۾ ڇپيو آهي . اصل فارسي ڇاپي هيٺ ڪونہ آيو آهي . هيٺين سنڌي بزرگن جو احوال ڪتاب ۾ موجود آهي :

شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي - شيخ ابراهيم ڪلهوڙو - شيخ ابراهيم قادري شطاري سنڌي - مولانا اسماعيل سومرو - سيد ابراهيم بکري - شيخ اسحاق قلندر سنڌي - شيخ بنان برهانپوري قطب عالم سيد برهان الدين - مخدوم با يزيد لاکو - مخدوم بلال سنڌي - شيخ بابو سنڌي - شيخ تاج العاشقين بن عبدالله سنڌي - مخدوم جهانيان بخاري - مخدوم جعفر بوبڪائي -

سيد حيدر سنائي - مولانا حافظ سنڌي - شيخ ڏيان سنڌي - شيخ طاهر سنڌي - شيخ طيب سنڌي - شيخ عالم گجراتي - شيخ عربي ڏياٿو - مخدوم عباس ابن جلال سنڌي - شيخ علاءُالدين ثاني مجذوب جي ذڪر ۾ سنڌ تي خانخانان جي ڪاه جو واقعو- حڪيم عثمان بوبڪائي - شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمت الله سنڌي - شيخ عيسيٰ سنڌي برهان پوري - شيخ عبدالستار بن شيخ عيسيٰ مسيح الله - قاضي قاضن سنڌي - شيخ قاسم بن شيخ يوسف سنڌي- شيخ عيسيٰ لاڪو - شيخ لشڪر محمد عارف بن ملڪ راڄن جي ذڪر ۾ سيد عبدالغفور سنڌي ۽ مولانا صالح سنڌي جو ذڪر - شيخ لاڏو جيو سنڌي - شيخ موسيٰ ٺٽوي - شيخ مبارڪ سنڌي - شيخ معروف ۽ شيخ عثمان سيت پوري - مخدوم نوح هالائي - شيخ نظام مريد سيد ابراهيم بکري - شيخ ڏيان سنڌي - ميان وجيهہ سنڌي- مولانا موسيٰ بوبڪائي- شيخ طيب بن مخدوم هارون سنڌي - مولانا يونس مفتي سنڌي - شيخ مرتضيٰ جي ذڪر ۾ ملا يونس سنڌيءَ جو ذڪر.

٤- **تحفة الڪرام:** مير علي شير قانع ٺٽوي. تاليف ١١٨١ ھ. سنڌ جي عمومي تاريخ ۽ مشائخن جو تذڪرو.

٥- **تذڪره غياثيه:** مولانا غياث الدين سنڌي. هي تذڪرو سيد محمد امام الدين گلشن آباديءَ تاريخ اولياءُ (١١٩١ ھ) ۾ ماخذ طور ڪتب آندو آهي.

٦- **طومار سلاسل گزيده:** مير علي شير قانع ٺٽوي. تاليف ١٢٠٢ ھ. هن ۾ سنڌ جي اهل طريقت جا سلسلا ڏنا ويا آهن.

۷- **معيار سالڪان طريقت:** مير عليشير قانع ٺٽوي. تاليف ۱۲۰۲ هه . تحفة الڪرام ۾ جن بزرگن جو ذڪر آهي، هن ۾ انهن جو احوال تاريخ يا زماني جي تعين سان درج ڪيو ويو آهي.

۸- **شجره اطهر اهل بيت :** مير عليشير قانع ٺٽوي. تاليف ۱۲۰۲ هه . سنڌ جي مختلف سادات خاندانن جا نسلي شجرا درج ڪيا ويا آهن . هن ڪتاب جو ڪو بہ نسخو موجود نہ آهي .

۹- **گلشن اولياء :** خليفو محمود نظاماڻي. تاليف ۱۲۵۸ هه. پيرصاحب روضي واري رحمة الله عليه جي خليفي ۽ 'ملفوظات' جي مؤلف محمود خان ولد گهنور خان نظاماڻي (ڪڙئي واري) جي تصنيف آهي. هن ۾ ڪيترن اهڙن متاخرين بزرگن جو حال آهي، جنجو ذڪر ڪنهن بہ ٻئي ڪتاب ۾ آيل نہ آهي . مؤلف جي سامهون حديقة الاولياءُ، بيان العارفين، تنبيہ الغافلين ۽ تحفة الطاهرين رهيا آهن . منهنجي نظر مان استاد فاضل مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسميءَ جو نسخو گذريو جيڪو نا مڪمل ۽ وچان وچان خالي آهي . هيٺين بزرگن جو حال انهيءَ نسخي ۾ مليو آهي :

خواجہ غلام محي الدين سرهندي- خواجہ محمد زمان لنواري- خواجہ محڪم الدين سيلاني - مخدوم ميان عبدالله - (مريد شاه عبدالڪريم سنڌي) - پير ميان قائم شاه بڪيرا - مخدوم محمد امين راڻي پور - مخدوم عبدالرحيم گروهڙي - شاه پناڻي -

ميان مڪڻون مجذوب - سيد ناڪو شاه - مخدوم محمد مقيم ولد مخدوم سعدالله- مخدوم ميان سچيڏنو- مخدوم عبدالله نصرپوري- انهن بزرگن جي احوال ۾ ضمناً ڪيترن ٻين صوفين جو ذڪر ٻ اچي ويو آهي. هن ڪتاب ۾ بزرگن جي حالات کان علاوه ٻيون ٻ ڪيتريون خوبيون آهن. مثلاً جغرافيائي حالات خاص طرح اهم آهن. ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن جي دور جا ڪيترا تاريخي ۽ سياسي احوال ۽ واقعا درج آهن. ڪيترا سنڌي لفظ عبارت ۾ آيل آهن جهڙوڪ: ڏڪو- اجرڪ- ڦرتو ڪهه، پريل- وغيره وغيره.

**١٠- سراج العاشقين:** خليفو محمد ملوڪ. هي تذڪرو مولانا قاسمي صاحب جن ڏنو آهي. راقم الحروف معلوم ڪري نه سگهيو ته منجهس ڪهڙو مواد آهي.

## ٢- ٺٽي جي بزرگن جا تذڪرا

هيٺيان تذڪرا ٺٽي ۽ مڪليءَ جي مشائخن ۽ اهلِ طريقت جي احوال ۾ آهن:-

**١١- تذڪرة المراد:** (عربي) شيخ حسين صفائي ٺٽوي. پير مراد شيرازي ۽ سندس خانداني حالات تي سندس مريد هي تذڪرو لکيو آهي.

**١٢- معارف الانوار:** محمد صالح بن ملا زڪريا ٺٽوي. تاليف ١١٤٠هه. هن ڪتاب جو پورو نالو آهي: معارف الانوار في بيان فضائل سيد الابرار و ائمه اطهار و احوال قطب المختار -

ڪتاب ۾ ٻارهن باب آهن، جن مان پويان پنج باب سيد مراد جي تذڪري تي ۽ ڇهون باب موسوي شيرازي انجوي ساداتن جي احوال ۾ آهي .

١٣- **آداب المريدين :** سيد علي شيرازي ( ثاني ) تاليف ٩٥٤ هه . هي ڪتاب سيد مراد شيرازيءَ جي تعليمات تي عربيءَ ۾ لکيو ويو آهي .[١]

**تحفة الطاهرين :** شيخ محمد اعظم ٺٽوي . تاليف ١١٩٠ هه . ٺٽي ۽ مڪليءَ جي اوليائن جو تذڪرو مرحوم آغا بدرالدين دُرانيءَ مرتب ڪري سنڌي ادبي بورڊ مان شايع ڪيو آهي .

١٥- **مناقب مخدومين معظمين :** ميان محمد امين چنيڙائي . مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (١١٦٣ هه) ۽ سندس پٽ ۽ پوٽي مخدوم محمد ابراهيم ۽ مخدوم عبداللطيف جي احوال ۾ آهي .

---

[١] انهيءَ خاندان جو هڪ فرد سيد احمد جعفر احمد آباد هليو ويو هو، جنهن جو خاندان اتي وڏيو ۽ رهيو . هن وقت انهيءَ گهراڻي ۾ هنهنجي گهراڻي متعلق هي ڪتاب آهن :

١- **منبة العارفين :** از سيد احمد بن رفيع الدين بن سيد جلال محمد بن سيد احمد جعفر شيرازي . مڪتوبه ١٠٢٠ هه .

٢- **فتوحات احمديه :** از سيد احمد رفيعي .

٣- **شجرة مباركه:** مڪتوبه سيد جلال بن سيد رفيع الدين بن سيد جلال محمد بن سيد احمد جعفر .

٤- **حالات خاندان :** ؟

**١٦- تڪملة مقالات الشعراء:** مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽوي . هن ۾ ٺٽي جي نقشبندي مشائخن ، لنواريءَ وارن بزرگن ، سرهندي پيرن ۽ مخدوم محمد هاشم جي گهراڻي جو احوال آيل آهي . راقم الحروف هي ڪتاب شايع ڪيو آهي .

## ٣- سيوهڻ جي مشائخن جا تذڪرا

هن هيٺ انهن تذڪرن جا نالا ڏجن ٿا ، جيڪي خاص سيوهڻ ۽ ان جي آس پاس جي مشائخن تي آهن :-

**١٧- تذڪره اولياءِ سيوستان:** هن جو نالو تذڪرهٔ حبيبيه ۾ - ميان مير سيوستانيءَ (لاهوري) جي سلسلي ۾ - آيو آهي. راقم الحروف کي هنجي ڪنهن ٻ، نسخي جي ڄاڻ نہ آهي.

**١٨- حالات بزرگان سيوستان :** هن جو نسخو ٻہ ڏسڻ ۽ ڄاڻ ۾ نہ آيو آهي .

**١٩- قلندر نامہ :** مخدوم عبدالواحد نعمان ثاني سيوستاني. تذڪرهٔ حبيبيه ۾ هن جو ذڪر آيو آهي . قلندر لعل شهباز ۽ سندس مريدن جي سوانح تي مشتمل آهي .

**٢٠- رسالهٔ قلندري :** خضر علي سيوستاني . نسخو نظر ۾ نہ آهي .

**٢١- تذڪره مشائخ سيوستان :** عبدالغفور سيوستاني . هن جو نسخو پڻ راقم جي علم ۾ نہ آهي .

**٢٢- تذڪره قلندري:** حضرت قلندر لعل شهباز جي سوانح ۽ ڪرامتن تي مشتمل هي ڪتاب، نهايت غير مستند ۽ غير

معتبر آهي . راقم وٽ هن جو نسخو آهي . تصوف جي تاريخ لکندڙن لاءِ سرسري مطالعو ضروري آهي .

٢٣- **سڪينة الاوليا :** داراشڪوه تاليف ١٠٥٢هه . ميان مير سيوستاني ( لاهوري ) ۽ سندس مريدن تي هي نهايت معتبر ۽ معاصرانه ڪتاب آهي .

٢٤- **مڪتوبات واحدي :** جامع ميان فضل الله . هن جو ذڪر تذڪرهٔ حبيبيه ۾ آهي . هن ۾ مخدوم محمد احسان عبدالواحد ثاني الملقب به نعمان ثاني سيوستاني صاحب ’ البياض‘ و ’ قلندر نامه ‘ ۽ مخدوم دين محمد ( مفتي بي ريا ) بن مخدوم عبدالواحد ڪبير ( ١٠٧٢هه . مفتي اسلام ) صاحب ’ڪشف الاسرار‘ جا خط، پنهنجي دور جي مختلف عالمن ۽ مشائخن ڏانهن جمع ٿيل آهن .

٢٥- **رسالهٔ حبيبيه :** مخدوم حبيب الله صديقي پاٽائي . تاليف ١٣٠٠هه کان بعد . هي تذڪرو پاٽ ۽ سيوهڻ جي صديقي مخدومن جي احوال ۾ آهي . اهي بزرگ شيخ شهاب الدين سهروردي ؒ جي اولاد مان آهن . ابتدا ۾ شيخ جي نسب جو بيان آهي . شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري ۽ مخدوم نوح هالائي جو نسب پڻ ڏنل آهي .

تذڪري مان معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم غلام عباس هنگورجو پاٽائي حضرت مسيح الاوليا (عيسيٰ برهانپوري) جو چاچو هو . مخدوم نوح جي نسب تي ڪافي بحث ٿيل آهي .

سرهنديءَ بزرگن مان شاه صفي الله ڪابليءَ جي سوانح ۽ سندس تعليمات ۽ سنڌ اندر سندس سلسلي تي چڱو مواد مليل آهي. مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي (مڏئي واري) ۽ مخدوم عبدالواحد ڪبير ۽ صغير جي احوال تي پڻ روشني پيل آهي.

**٢٦- يمن البرڪت:** مهتہ مولچند. تاليف ١٠٧٢هہ. هي ڪتاب فارسيءَ ۾ سيوهڻ جي هڪ اهلِ علم ۽ صوفي منش هندوءَ فارسيءَ ۾ تاليف ڪيو آهي. 9x5 سائيز جي ٢١٧ صفحن تي آهي. ابتدائي چند ورقن تي مختلف شاعرن جا غزل رباعيون فرد قطعا ۽ قصيدا آهن. جن مان ڪي قصيدا لعل شهباز جي مدح ۾ آهن، جيڪي ڪرپال نالي هندو شاعر جا تصنيف آهن. سکر جي خواجہ خضر واري آستان تي سنڌو دريا ۽ ٻين هندو تيرٿن تي پڻ قصيدا آهن.[1]

هي ڪتاب مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي ٢٢ مارچ ١٩٥٨ع جو سنڌي ادبي بورڊ کي هديتاً ڏنو هو. ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جي سوانح آهي، جيڪا غير مستند ۽ ڏند ڪٿائن تي مشتمل آهي. مؤلف پنهنجي خاندان جو شجرو ڏنو آهي.

---

[1] انهن ورقن مان هڪ تي هيءَ چوبيتي مرقوم آهي:

ای یار! بکوئی تو رسیدن مزه دارد
شلوار ز پائی تو کشیدن ، مزه دارد
ساقت بہ هوا بردن و بر دوش نهادن
انداختن و باز کشیدن مزه دارد

ڪتاب ۾ درگاه سان هندن جي تعلق تي ڪافي معلومات آهي.

## ٤- لنواريءَ وارن جا تذڪرا

لنواريءَ وارن مشائخن جي سلسلي ۾ جيڪي ڪتاب ڏسڻ ۾ آيا آهن يا معلوم ٿيا آهن، انهن جي فهرست هن ريت آهي:-

٢٧- **لطيفة التحقيق**: سيد رفيق علي حسيني پشنگي. هي تذڪرو ١١٢٠ هه ۾ لکيو ويو آهي.

٢٨- **فردوس العارفين**: مير بلوچ خان ولد مڪرم خان ٽالپور. ١٢٠١ هه ۾ تاليف ٿيو. خواجه محمد زمان (١١٢٥-١١٨٨ هه) جي سوانح ۾ آهي. مختلف مريدن جون روايتون جمع ڪيون ويون آهن جن مان خواجه جي سوانح اخلاق عادات ۽ تعليمات تي روشني پوي ٿي. ضمناً ڪيترن نقشبندي اصحاب تصوف جو تذڪرو پڻ اچي ويو آهي. مثلاً:
مخدوم آدم (آدو) نقشبندي ٺٽوي (خليفه حضرت عروة الوثقيٰ) مخدوم ابوالقاسم نقشبندي ٺٽوي - شيخ ابراهيم- سيد فتح محمد- شيخ انس- ميان صابر ولهاري ۽ مخدوم ابراهيم نقشبندي ٺٽوي (خلفاء مخدوم آدم)- شيخ فيض الله ۽ شيخ محمد اشرف ٺٽوي (پسران مخدوم آدم) - ابوالمساڪين شيخ محمد و شيخ احمد (پسران شيخ محمد اشرف ٺٽوي) - شاه عبداللطيف ڀٽائي - مخدوم محمد هاشم ٺٽوي - مخدوم معين ٺٽوي - مخدوم محمد اشرف ٺٽوي- شيخ عبداللطيف متوفي ١١٢٥ هه (والد خواجه محمد

زمان ) ـ شيخ ابراهيم نرئ وارو ( جد مخدوم محمد زمان ) مخدوم محمد صادق ٺٽوي ( صاحب مدرسہ ) ـ شيخ عبدالرحيم گروهري ـ حاجي ابو طالب اگهماٽي ( مدفون سعيدپور ) ـ حاجي صالح کهڙائي ـ خواجہ سيف الله ـ حافظ هدايت الله ـ شيخ حاجي طاهر ـ خواجہ مومن مست ـ شيخ محمد عيسىٰ ـ خواجہ گل محمد ( بن خواجہ محمد زمان ) .

**٢٩ـ مرغوب الاحباب :** نظر علي خان ٽالپور 'خاڪي' .
ٽاليف ١٢٥٣ هہ ( ١٨٤٠ع ) . ڪتاب جو پورو نالو آهي 'مرغوب‌الاحباب في النساب‌الاقطاب' . خواجہ محمد زمان ثاني ( ١١٩٩-١٢٤٧ هہ ) بن ميان گل محمد ( ١١٧٨-١٢١٨ هہ ) بن خواجہ محمد زمان اول جي حالات ۾ آهي .

ڪتاب ۾ ڪيترن مشائخن جو ضمناً مذڪور موجود آهي . جهڙوڪ : مخدوم آدم ٺٽوي صديقي مالڪي يماني ( بن عبدالاحد بن عبدالرحمان بن عبدالباقي بن محمد بن احمد بن آدم بن عبدالهادي بن محسن بن علي بن محمد بن عبدالخالق بن محمد بن عبدالهادي بن عبدالباري ) هن پوئين لاءِ لکيل آهي: بملک‌ڪڇهہ رفت درسال ٤١٧هہ و برادرش عبدالخالق پيش سلطان محمود غزنوی بگجرات رفتہ بود ـ شيخ سڌاتورو ـ شاه حاجي فقيرالله علوي شڪارپوري- شيخ عبدالحي نوشهرائي- خواجہ محمد حسن لنواري ( تولد ١٢٣٥هہ ) ـ شيخ ابوالقاسم نقشبندي ـ شيخ ابراهيم روهڙيائي ـ سيد فتح محمد ـ شيخ ـ انس‌مخدوم صابر ولهاري ـ مخدوم فيض الله و مخدوم محمد

اشرف ( پسران مخدوم آدم ) خواجه ابوالمساكين محمد ( المتوفي ١١٤٩ هه - قبر متصل دروازه حجره امالمومنين خديجة الكبرئ رض، بر دست راست - مكه معظمه ) بن مخدوم محمد اشرف - خواجه حاجي محمد روشن پسر محمد اشرف ( بعد ازين هيچ اولاد نماند. از مخدوم فيضالله يک دختر بي بي اسماء بود که از او اولاد باقي ماند ) - شيخ حافظ ابوالقاسم (که از اولاد ايشان بود. اولاً طريقهٔ سهرورديه را اختيار کرد بعد به طريقهٔ آبائي نقشبنديه آمد) علامه مخدوم عبدالباقي متعلوي. مخدوم محمد هاشم (کيس هاشم فقيه لکيو ويو آهي - حضرت ابوالمساكين ۽ مخدوم محمد هاشم جي وچ ۾ اختلاف هو ) - حاجي عبداللطيف نقشبندي معروف به پنجابي (مريد خواجه فيضالله فرزند مخدوم آدم) - حافظ ابوالقاسم بن ابراهيم - مولوي محمد صادق ( صاحب مدرسه و مريد سيد عبداللطيف و داماد خواجه محمد اشرف. بعد وفات از پائين حضرت مخدوم دفن شد ) خواجه محمد عيسىٰ دشتي - حافظ عبدالمالک مشهور به سائينڏنو خواجه محمود مجذوب - برهان ڪاڪي مجذوب - حافظ صدرالدين - حافظ ڪبير - مير بجار ٽالپور - شيخ محمد عابد سنڌي مدني محدث - مجذوب ساهڙ - شيخ حامد - حاجي ابو طالب اگهمي شيخ محمد صالح کهڙائي - شيخ سيفالدين - شيخ حافظ طاهر - ڪمال محمد مجذوب - شيخ محمود مجذوب هالائي - شيخ مومن - شيخ الياس -

٣٠- **الجواهر البدايع :** ميان بلال . تاليف ١٢٢١ هه. هن

۾ مخدوم محمد زمان ۽ محبوب الصمد جو احوال آهي .

٣١- رسالہ مخدوم گرهوڙي : مرغوب الاحباب ۾ هن جو حوالو آهي. ڪتاب خواجہ محمد زمان جي احوال ۽ تعريف ۾ آهي .

٣٢- صقال الصدور : خواجہ محمد سعيد . تاليف ١٣٠٣ هہ. هن ۾ شاه مدنيءَ جو احوال آهي .

٣٣- فتح الفضل : مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ( ١١٥٢- ١١٩٢ هہ ) . خواجہ محمد زمان جا اقوال گڏ ڪيا ويا آهن ، جيڪي اصل سنڌيءَ ۾ هئا ليڪن مخدوم انهن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو . هن جو شرح ' ورد محمدي ' جي نالي سان خواجہ گل محمد ڪيو .

٣٤- ورد محمدي : از خواجہ گل محمد . فتح الفضل جو شرح . هنجو حوالو فردوس العارفين ۾ آيل آهي .

## ٥- مخدوم نوح هالائي تي مواد

مخدوم نوح هالائي عليه رحمة (٩١١-٩٩٨ هہ) جي حالات تعليمات ۽ اولاد جي سلسلي ۾ هيٺيون مواد ياڻوٺ موجود آهي :

٣٥- رسالہ ملا خيالي : ملا حسين خيالي. دليل الذاڪرين ۾ هنجو حوالو آيو آهي . ملا حسين غالباً مخدوم نوح جو معاصر هو چاڪاڻ ته ڪئي روايتون سڌيون مخدوم جي زبانيءَ بيان ڪري ٿو ( مخدوم معظم فرمودند ... ) منجهس مخدوم عليه رحمة جي سوانح تي ڪافي مواد موجود آهي .

٣٦- **رسالة بهاءالدين دلق پوش :** هي مؤلف مخدوم نوح جـو خاص مريد هو. رسالي ۾ مخدوم جي سوانح ۽ اقوال جمع ڪيا اٿس . دليل الذاڪرين واري هن تان روايتون نقل ڪيون آهن . بهاءُالدين ابتدا ۾ حضرت بهاءُالدين ملتانيءَ جي خاندان جـو مريد هو بعد ۾ درويش جمعہ جاڙيجي جي وساطت سـان مخدوم نـوح جـو مريد ٿيو ۽ باقـي چمار مرشد جـي خدمـت ۾ ختم ڪيائين . مـخدوم جي فرزندن جـو استاد هـو . قـرآن حـديث فقه ۽ تصوف تي ڪيئي رسـالا لکيائين جيڪي هنوقت ڪونہ ٿا ملن . دلـق پوش جي قبر مـڪليءَ تي پير آسات جي پرسان آهي .

٣٧- **رسالة فتحية :** مخدوم فتح محمد ( مخدوم نـوح جـو پوٽو) . ڪتاب ٽن جلدن (١-٨٣٢-٢-٨٩٢-٣-٢٠٧) ۾ آهي. ڪتاب جي تاليف جو سال ( فتوحات سندي ١٠١٩ هہ ) مـان نڪري ٿو. مؤلف شاعر هو ۽ فقير تخلص هيس . سراج العارفين جي روايت آهي تہ : مخدوم پنهنجي هن پوٽي سان تصوف تي گفتگو ڪندو هـو . پهرين جلد جي ٦٥٨ صفحي کان مخدوم نوح جي سوانح شروع ٿئي ٿي. هي ڪتاب مخدوم محمد زمان صاحب جي ڪتب خاني ۾ آهي . ’ تحفةالمريدين في مناجات مخدوم المرشدين ‘ جي نالي سان ’نورنامہ‘ جي طرز تي انهيءَ ڪتاب جو سنڌي نظم ۾ ترجمو آهـي، جنهنکي نامعلوم شاعـر ٢٥ جماديالاول ١٢٨٨ ھ جو نظم ڪرڻ شروع ڪيو . اول آخر ناقص آهي جنهنڪري شاعر جي نالـي جو پتـو نٿو پوي .

جملہ ۴۳۲ صفحا آهن . ڪتاب جو نسخو مخدوم محمد زمان صاحب وٽ آهي .

٣٨- **دليل الذاڪرين:** حاجي پهنور . تاليف ١٣ رمضان ١١٠٦ هه . مخدوم محمد زمان اول (١٠٥٠-١١١٧هه) جي زماني ۾ تاليف ٿيو . ڪيترن معاصر مشائخن جو مذڪور ڪتاب ۾ اچي ويو آهي . ڪتاب هن ڪري پڻ اهم آهي جو انهيءَ دور جي معاشري ۽ سماجي خواه سياسي صورتحال جا ڪيترا واقعا ملن ٿا . بزرگن جي باهمي صحبت ۽ رهاڻ جا مناظر منجهس موجود آهن . ڪيترن بزرگن جي ذاتي ڪردار ۽ شخصيت تي روشني پوي ٿي . سنڌ جي ڪيترن تاريخي جاين ۽ آثارن جو حال اچي ويو آهي . مثلاً: جامع خسروي ناهيہ ڳوٺ واري ۽ ٺٽي جي مسجدن مان جامع فرخ مسجد جامع خواجہ شمشاد ۽ مسجد قمري جو بار بار ذڪر آيو آهي .

هيٺين مشائخن جو ضمناً احوال آيو آهي: ميان رڪن الدين- مخدوم جعفر بوبڪائي - سيد ساجن متعلوي - سيد رڪن الدين متعلوي - سيد عبدالله متعلوي ( مخدوم صاحب جو نياڻو ) - ساهڙ لنجار - حضرت يحيٰ ولد مخدوم اسماعيل سومرو- علامہ حضرت يار محمد ساڪن درپيلو- درويش محمود بوبڪائي - سيد عبدالرحمان - پرڪيو ڪاتيار (کہ در جوار مخدوم جمع برکوه مکلي خوابيده است) عثمان عصار- مخدوم بلال- سيد حيدر

مجذوب وهيو- مخدوم حامد اگهمي- سيد علي شيرازي- مخدوم ابراهيم بن مخدوم معزالدين- شاه خيرالدين بکري - شيخ محمود ولد صديق فخريو ( عالمِ روزگار )- نوح ولد هوتي ڪبير- شيخ عالي تتوي - مولانا عبدالغفور بن مخدوم ناصر - درويش دائود بصير - ميرڻ ڪاتيار - سيد جعفر بکري - حسين ٿهيم ساڪن بکيرا- شيخ حمزو ۽ شيخ محمود ولدان صديق فخريو- شاه اسماعيل بخاري- درويش يحيٰ راتيو- سيد نصيرالدين - حضرت هاشم ابن حضرت حماد - درويش ابوبکر هوتي - درويش امين ڳوٺ ڪکري - مولانا يوسف فقيه - ملا سائينڏنو .

ڪتاب ۾ چار باب آهن، پهريون باب خانداني بزرگن جي احوال ۾ ۽ باقي ٽي باب مخدوم نوح ۽ سندس معاصر مشائخن تي لکيا ويا آهن .

**٣٩- ڪوُس فخريہ :** مؤلف غالباً حاجي يعقوب. ڪتاب چئن بابن (ڪوُس) تي مشتمل آهي. جنهن دستوري طرح مخدوم نوح جي سوانح سان گڏ ڪيترن ٻين مشائخن جي حياتيءَ جا پهلو پڻ اچي ويا آهن . تصوف خواه تاريخ تي مفيد معلومات ملي ٿي . اهي اوراد ۽ وظائف پڻ ڏنا ويا آهن جيڪي مخدوم نوح پڙهندو هو. مخدوم عليہ رحمة جي وڏي ڏاڏي مخدوم فخرالدين جي نالي پٺيان ڪتاب جو نالو ' ڪوُس فخريہ ' رکيو ويو آهي . ڪتاب ' دليل الذاڪرين ' جو ضميمو آهي .

**٤٠- ارشاد الطالبين :** غلام رسول قريشي هالائي. مخدوم محمد زمان صاحب وٽ ڪتاب موجود آهي . (ڪاتب علي محمد

متعلوي ٣٠ محرم ١٣٠٥ ھ ) ڪتاب ۾ ٤٧٥ صفحا ۽ ڏہ باب آهن . ڇهين باب ۾ سنڌ جي ١٦٤ بزرگن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جنهن بعد مخدوم نوح جي سوانح آهي. ٢١٩ صفحي تي آهي تہ: بهاءُالدين دلق پوش ذات جو ميمڻ هو. صفحہ ١٣٠ تي آهي تہ : پاڻ ٺٽي جو رهاڪو هو . ڪتاب جو پورو نالو آهي 'دليل الايمان و ارشادالطالبين' . پيو نسخو جان محمد صوفيائي هالائي جي هٿ اکرين آهي جنهن جي تاريخ ١٧ محرم ١٢٦٥ ھ آهي .

١٣- **سراج العارفين :** غلام رسول صديقي قريشي هالائي . هي ڪتاب ١٢١٥ ھ ۾ تاليف ٿيو . مؤلف مخدوم نوح جي اولاد مان هو. پهريون جلد ٢٣٠ صفحن ۾ آهي . پيو جلد موجود نہ آهي . تصوف جي طريقن ۽ مختلف رمزن بيان ڪرڻ کان علاوه ڪتاب ۾ مخدوم نوح ۽ سندس اولاد خواه سنڌ جي پين ڪيترن مشائخن متعلق معلومات موجود آهي . ترخاني عهد جا ڪيترا سياسي واقعا منجهس درج آهن جيڪي سنڌ جي تاريخ لاءِ قيمتي وٿ آهن . شاه ڪريم ۽ سندس اولاد متعلق چڱي معلومات آهي. ڪتاب جي ٢٨٧ صفحي تي ملا حسين خيالي جي رسالي جو حوالو ملي ٿو .

١٤- **گنجينهٔ اوليا :** آخوند محمد صالح ولد آخوند ويڏو. تاليف ١٣٤١ ھ . مخدوم محمد زمان خامس (ولادت ١٢٧٩ ھ) جي دور ۾ لکيو ويو . مؤلف لکي ٿو تہ : هن ڪيترن قديم ڪتابن تان مواد ورتو آهي. ازانسواءِ آخوند لطف الله عرف ميان

غريب الله ولد آخوند عبدالله، آخوند رحيم ڏني ۽ آخوند جمن جي لکتن مان به فائدو ورتو اٿس. ڪتاب ۾ مخدوم ۽ سندس سڀني فرزندن جو احوال آهي. ٤٨٨ صفحي تي ڪاتب جو نالو محمد عمر نقشبندي لکيل آهي.[1]

## ٦- گيلاني سادات جا تذڪرا

هيٺيان ڪتاب سنڌ جي گيلاني ساداتن ۽ مشائخن جي سلسلي تي آهن:-

٤٢- صبح السبطين: گل محمد. تاليف ١٣١٨ هه. صفحا ٦٨ سائيز 20x30-8. مؤلف جي قول مطابق جيلاني ساداتن جو هي تذڪرو ڪيترن ڪتابن ۽ ملفوظاتن تان مرتب ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ ٻه باب ۽ ست فصل آهن. تاريخ آهي:

گل محمد مؤلف و کاتب

ڪه همين نامه را بفضل خدا

درسن سيزده صد و هژده

کرد کامل به همت مولا

ڪتاب ۾ هنن بزرگن جو احوال آهي: مخدوم سيد حامد گنج بخش آچي - سيد محمد مڪرم - سيد نقيب سليمان ثاني -

---

[1] ويجهي زماني ۾ به ڪتاب انهيءَ سلسلي ۾ لکيا ويا آهن: سفينة النوح (فارسي) تاليف مخدوم غلام حيدر (١٣٤٤ هه) ۽ راحت الروح (سنڌي) مولانا دين محمد وفائي. مٿي بيان ڪيل ڪتابن متعلق سموري معلومات جناب مخدوم محمد زمان صاحب جن مهرباني ڪري موڪلي آهي جنهن لاءِ راقم الحروف سندن ٿورائتو آهي.

مخدوم غلام محي الدين جيلاني - پير صالح شاه - سيد عبدالجبار ۽ سندس اولاد - سيد غياث الدين - مخدوم سيد ابو جعفر محمد مبارڪ - مخدوم شاه مبارڪ عادلپوري- سيد شاه جعفر- مخدوم سيد حامد - سيد محب شاه - سيد احمد - سيد باغ علي - مخدوم سيد حيدر شاه - سيد شاه جعفر - سيد حيدر شاه ثاني - مخدوم سيد شاه جعفر ثالث - سيد محمد شريف - سيد شاه نهال حيدر ۽ سيد سلطان شاه .

انهن ساداتن کانسواء گهوڙڪي جي ساداتن جو مذڪور راڻي پور ۽ کمبٽ جي گيلانين جو ذڪر ۽ سيد موسيٰ شاه گيلاني ۽ شاه عبداللطيف ڀٽائي جو احوال ۽ واقعا - مخدوم سيد شرف الدين- محمد صالح - مخدوم سيد سراج الدين ۽ حضرت جمال محمد جا تذڪرا موجود آهن .

ڪتاب جو نسخو مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن وٽ آهي جنهن تان راقم نقل ورتو آهي .

**٤٣- انساب سادات گيلاني :** هي ڪتاب گيلاني ساداتن جي شجرن تي آهي . هن ۾ احوال تمام مختصر ليڪن قيمتي آهي . شيخ عبدالقادر سندس اولاد ۽ مختلف شاخن جا مفصل شجرا ڏنل آهن . ڪتاب جمادي الثاني ١٢٩٢ هه ۾ گل محمد بن خليفه امام بخش بن خليفه حافظ گل محمد صاحبن جي لوءِ (گهوڙڪي) واري سيد سيف الدين ابوالفيض محمد عابد الحسني الجيلاني ابن سيد موسيٰ ثاني جي لاءِ ڪتابت (از دست) ڪيو. ڪتاب ۾ ١٢٤٣ هه تائين جون تاريخون ملن ٿيون جنهن مان

معلوم ٿئي ٿو ته ڪتاب انهيءَ سال کان پوءِ تاليف ٿيو آهي .
سائيز 7x5 . صفحا ٣٣٥ .

هيٺين گيلاني گهراڻن ۽ سنڌ جي پين خانوادن جا نسب آهن : شيخ عبدالقادر گيلاني - سيد حسن دهلوي - شاه مبارڪ عادلپوري - سادات جعفراڻي عادلپوري و غوث پوري - سادات جمالاڻي عادلپوري- سادات ڪمالاڻي ۽ اولاد سيد موسيٰ .

خرقه پوشي جو سلسلو حضرت شيخ عبدالقادر کان وٺي سيد موسيٰ تائين - موسيٰ شاهي سجاده نشينن جو تذڪرو ۽ سال - نسب اچ جي گيلانين جو - گجراتي شاه دولائي گيلانين جو - حماه ۽ بغداد جي گيلاني سجاده نشينن جو سلسلو ۽ تاريخون- نسب ڪوٽله قريب وزيرآباد (پنجاب) جي گيلانين جو - نصرپور جي گيلانين جو - سڏورائي هندي گيلانين جو - هجرائي گيلانين جو - رتوڙي گيلانين جو - مانياٽي پنجابي گيلانين جو - احمدآباد گجرات جي گيلانين جو - اقيس بندري گيلانين جو - صاحبن جي لوءِ وارن گيلانين جو - بغداد جي گيلانين جو- گنبٽ ۽ راڻي پور جي گيلانين جو - اميرالمومنين حضرت علي ڪرم الله وجهه جي اولاد جو سلسلو ۽ امامن جا نسب .

هند ۽ سنڌ جي پين هيٺين مشائخن جا نسب ذنل آهن : خواجه اجميري - خواجه بختيار ڪاڪي - خواجه بهاءُالدين نقشبندي بخاري - سيد احمد رفاعي - مخدوم عثمان مرندي

قلندر لعل شهباز ـ سيد احمد سخي سرور سلطان ـ اميرعلي همداني سادات اچي بخاري ـ سادات حسيني رضوي بکري ـ سيد محمد مکي بکري جي اولاد جي مختلف شاخن جا شجرا . مثلاً : سيد غلام شاه روهڙي ـ حيدر حقاني ـ سيد مير تقي عرف نورمولا ـ سيد جان شاه روهڙي ـ سادات متعلوي ـ شاه پناڻي جي وفات جي تاريخ :

زد مغز در فراق دگر کرد سينه چاک

شد محو در مراقبه جسمِ لطيف پاک

(١١٦٥ ھ)

نسب سادات لکعلوي از پير حزب الله تا سيد علي . پير پاڳارن جي سلسلي جون تاريخون هن ريت ذيل آهن :

سيد محمد بقا شهيد ١١٩٨ ھ.[1]

سيد محمد راشد ١١٧٠- ١٩ رجب[2] روز جمعه وقت طلوع شمس ١٢٣٣ ھ .

سيد صبغت الله ١١٩٧-١٢٤٦ ھ.[3]

سيد علي گوهر ٤ رجب جمعه ١٢٣١ ھ - ٥ ربيع الاول شنبه ١٢٦٨ ھ.[4]

پير حزب الله ١٨ شوال سه شنبه[5] غروب آفتاب ١٢٥٨- شهر محرم ١٣٠٨ ھ .

انهي بعد هي نسب آهن : ماٽيلائي سيد ـ مير معصوم

---

[1] تولد غره شعبان ١١٣٥ ھ [2] شعبان غره ـــ؟ [3] ٥ رمضان

[4] ١١ جمادي الاول چنچر ١٢٦٣ ھ [5] شنبه ؟ وفات ٤ محرم خمس وقت يکپاس باقي مانده .

بکري- شيخ شهاب‌الدين سهروردي - مولانا جلال‌الدين رومي - مخدوم نوح هالائي- حضرت غوث بهاءالحق ملتاني - شيخ فريد گنج شکر- امام رباني- پيرغلام محي‌الدين‌سرهندي شکارپوري- ميان قبول محمد درازائي تا ميان غوث بخش متوفي ١٢٧٦ ه- - بي بي راستي پاڪ دامن والده ابوالفتح رڪن‌الدين ملتاني - شيخ حميدالدين حاڪم قريشي ساڪن مؤ شريف- شيخ بديع‌الدين مدار مکن پور - شرف‌الدين بو علي قلندر - مظهر جان جانان - شيخ جمال درويش - فهرست چهارده خانوادگان تصوف- سلاسل طريقت قادريه تا سلطان باهو - نقشبنديه تا شاه غلام علي دهلوي - چشتيه تا خواجه سليمان تونسوي - سهروردية تا مخدوم جهانيان جهان گشت - سلسله مدارية - سلسله قلندرية ۽ سلسله شطارية .

## ٧- مشائخ کهڙا

تعلقي گنمبٽ ۾ کهڙن جو قديم شهر آهي جنهن جا مشائخ مشهور آهن . انهن بزرگن منجهان هڪ بزرگ 'جام‌جهان‌نما' نالي هڪ تاريخ تاليف ڪئي آهي جنهنجو نسخو موجوده سجاده نشين وٽ آهي . انهيءَ تاريخ تان هيٺيون ڪتاب مرتب ڪيو ويو آهي .

**١٩- تذکره مخاديم کهڙا :** مخدوم الهه بخش بن مخدوم محمد عاقل کهڙو . منجهس هيٺين بزرگن جو ذڪر آهي : مخدوم اسدالله ( ٩٦٦ ه ) - مخدوم جلال‌الدين ( ١٠٢٧ ه ) مخدوم يحيٰ ( ١٠٣١ ه . مؤلف اساس‌المصلي و رسالهٔ توحيد ) -

مخدوم عبدالخالق (١٠٦٢ھ) - مخدوم محمد عاقل (١٠٩٢ھ) مخدوم محمد (١١٢٢ھ) - مخدوم عبدالرحمان شهيد (١١٨٥ھ هن کي ڪلهوڙن جي ڪاردارن شهيد ڪيو)- مخدوم محمدي (١١٧١ھ) - مخدوم احمدي (١٢٠٣) - مخدوم عبدالخالق (١٢٦٨ھ) - مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم پير محمد (١٢٩٣ھ) - مخدوم عبدالخالق عرف مخدوم دين محمد (١٣٢٦ھ) - مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم نيڪ محمد (١٣٣٧ھ) ۔

مٿين بزرگن کان علاوه سنڌ جي ڪن ٻين مشائخن جو مذڪور ٻه ڪتاب ۾ آهي مثلاً؛ قلندر لال شهباز - شاه فضل الله سرهندي مجددي - مخدوم محمد هاشم ٺٽوي - سيد موسيٰ شاه (لوءِ صاحبان) - شاه جاڙيو - نور محمد ڪلهوڙو - شاه لطيف - مخدوم عبدالرسول معروف ٻه مخدوم محمد اسماعيل پرياں لوئي (متوفي ١١٧۴ھ هن بزرگ جي مفصل سوانح ڏنل آهي) ۔

اهوئي تذڪرو راوي آهي ته؛ شاه لطيف کهڙن جي پاهران اچي منزل انداز ٿيو ۔ مخدوم محمديءَ دعوت ڏياري موڪليس۔ شاه بيت لکي موڪليو؛

اڄ نہ آيس آءٌ، صبح ايندس سپرين،
توني جنهنجو ناءٌ، سو ڪٿي پار ڪڍهين جا ۔

شاه لاءِ مشهور آهي ته؛ پڙهيل نہ هوا ليڪن تذڪري جو

مؤلف لکي ٿو : ـ' شاه صاحب اين بيت سندي، نوشته فرستادند ـ'

ڪتاب ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ٽالپرن جا حالات ۽ واقعا. پير محمد راشد روضي واري جـو مفصل احـوال ـ راڻي پور ري ساداتن جي ڏاڏن محمدشاه ۽ احمد شاه جو ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ بغداد کان سنڌ ۾ اچڻ ـ درازن جي قبول محمد ۽ سچل سرمست جـو احـوال ۽ پيـر صبغـت اللـه شاه جي سوانحي واقعـات کان علاوه سنڌ جا پيا به ڪيترا اهم سياسي حالات ڏنا ويا آهن .

## ٨ـ سادات مٽعلوي

مٽياروي ساداتن جي سلسلي ۾ هيٺيان ڪتاب معروف آهن جن منجهان بيان العارفين ۽ هڪ اڌ ٻئي ڪتاب کان سواءِ باقي ڪتاب راقـم جي نظر منجهان ڪونه گذريا آهن ـ

**٤٥ـ بيان العارفين :** هي ڪتاب فارسـيءَ ۾ محمـد رضا بن عبدالواسع عرف ميردريائي بن داروغه ڪيهر رجب ١٠٣٨ هه ۾ لکيو. فارسي متن جو هڪ نسخو مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي ١٩٣٥ع ۾ دڙي جـي حڪيم سيـد احمـد شاه وٽ ڏٺو، جيڪو خبر نه هن وقت ڪٿي آهي . ڪتاب ۾ هڪ مقدمو ست باب ۽ هڪ خاتمو آهي . ست باب ٻارهن فصلن ۾ وراهيل آهن . جن ۾ شـاه ڪـريـم جـي سـوانـح ، ملفـوظـات ، اوراد ۽ وقـت جـي مشائخن جا تذڪرا اچـي وڃن ٿا . شـاه ڪريم جا سنڌي بيت ۽ قاضي قاضن جا ست بيـت ، جنکي سنڌي شـاعريءَ جو اساس سمجهيو وڃـي ٿـو ، هن ئي ڪتاب مـان مليا آهن . ڪتاب ۾

هيٺين سنڌي بزرگن جو ذڪر ٿيل آهي: سيد ابراهيم پيرپرڏيهي- سيد ابراهيم بن سيد يوسف بکري - شيخ ابراهيم رڪن پوري- ملا ابو بکر بن با يزيد سونڊوي - مخدوم آجب لانگاه بن صدو لانگاه نصرپوري - مخدوم احمد هوتي لاکو- شيخ احمد رونجهو- مخدوم آچر ٺٽوي- مخدوم آدم سمهجو- مخدوم اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽي - مخدوم ٻادو ناهيائي - مخدوم بلال - ٻهاءالدين گودڙيو ٺٽوي - شيخ پرڪيو ڪاتيار- درويش پلي سميجو- پنيو سهاڙ - مخدوم جعفر بوبڪائي- جوڻو فقير ٻٺورائي درويش چرڪس ونگائي- مخدوم حسن دائرائي- قاضي حسن هنڱورائي - شيخ حسين ڳاهوٽي - درويش حسين سهاڙوي - سيد حيدر سنائي- درويش داؤد ٺٽوي- درويش راجو دل- رڪن الدين ولد رتو- حاجي سورو دڙائي- مخدوم ساهڙ انڙپوري - درويش سليمان اگهم ڪوٽي- صابو سومرو هنڱورائي- صالح ڪڪرالوي- صدو لانگاه- مخدوم صدرالدين راوتي چانيهائي- مخدوم ضياءالدين شيخ طلحه ٺٽوي - سيد عبدالحليم ٺٽوي - مخدوم عبدالرشيد بصير- مخدوم عبدالعزيز ڏاڏائي - مخدوم عثمان- مخدوم عربي هالائي- سيد علي ثاني ٺٽوي- عمر بودلو اگهم ڪوٽي- شيخ عيسىٰ- عيسىٰ لنگوٽيو ٺٽوي- قاضي قاضن- قاسم ڪوري هالائي- درويش قطب - لڏو پهار - پير لاکو ٻڪارائي - شيخ محمد بن هوتي لالو- شيخ ممون ڏنڌي جو ويٺل - مهراڻ نهريو- ميرڻ ڪاتيار درويش موسو جوڻ - سيد مراد شيرازي ٺٽوي - مخدوم نجم - مخدوم نوح هالائي- هوتي اگهمي- هوتي لاکو - مخدوم يعقوب

پليجو ناري ڳوٺ وارو - سيد يوسف بکري .[1]

بيان العارفين جو هڪ منظوم سنڌي ترجمو پڻ موجود آهي، جيڪو 8x5 سائيز جي ٢٧٧ صفحن تي مشتمل آهي. خطي نسخو خميس ڏينهن ٤ ربيع الاول ١٢٤٤ هه. جو سيد غلام شاه ولد سيد احمد شاه ( ڪاتب ) لکي پورو ڪيو. ڪتاب جي ابتدا ۾ هي بيت آهن :

هو مصنف هن رسالي جو موحدن منجا
صاحب فاضل فضل جو، ڪامل ڪمالا
جنهن جوڙيو رسالو فارسي، سنڌو سلوڪا
نالو محمد تنهنجو پڻ واسع لکن ٿا ۽
عرف ميردريائي، پوٽو داروغو کهرياء
ساڪن شهر ٺٽي ۾، ڪري گذارنا
تنه رسالو فارسي ڪئو تصنيفا

... ... ...

جڏهن هي رسالو هو ٿيو تماماؤ
تڏهن بيان العارفين رکياءِ تنهنجو ناؤ
هڪڙو مقدمو ۽ خاتمو ۽ ست باب هوا
فصل چوڏهن تنهن ۾ جوڙيا هوا جمعا
سي سڀ وائي فارسيءَ ۾ هوا موجوداءِ
تا هو رسالو ڪيتري مدت مد يداءِ

---

[1] هيءَ فهرست ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جي ڇاپل ايڊيشن (١٩٣٧ع ) تان ورتي وئي آهي .

جا سي هڪ ٻه هزار ٻه سا ڏهه اڪرونورهه گذريا
حجرت کي حبيب جي نبي نور هدي
تها پوءِ هي رسالو فارسي هٿ آيو هو فقير کا
جو رهي ڀچ جي شهر ۾ ساڪن سکونتا

... ... ...

تان جڏهن هي رسالو ٿيو سنڌي، فارسي[*] تا
تن ٻارهن سا ڏهه ورهه هوا گذريا
حجرة حبيب جي محمد مقتداءِ
سو هوءِ مهينو ربيع الاول جو ٻهرين تاريخا
ڏينهن اڱاري سو هو، ليکي شمارا
ٿيو شهر ڀچ ۾ نوڙئون تصنيفا
عبدالرحمان بن محمد ملوڪ[1] ڪئو سنڌي
جو معيا

سوره باب تهم ڪتاب جوڙيندي ويرا
نالو 'بيان العارفين' سندس اصلي مثالا
ست آپ ست پون ۽ عرش ڪرس سوره
سڀ ٿيا
مون ٻن باب تيلاهم سورهن سي ڪيا[2]

---

[1] ذات جو ڪاٽ پانيڻ هو.

[2] ١٢٩٣هه ۾ مخدوم الصمد بن حاجي مقيم نورنگ پوٽي سنڌي نثر ۾ انجو اختصار ڪري مطبع مرغوب هردئار ۾ ڇپايو جنهن تان مرزا قليچ بيگ ١٩٠٤ع ۾ 'رسالہ ڪريمي' مرتب ڪيو. ١٩٣٧ع ۾ دائود پوٽي مرحوم فارس متن کي سامهن رکي شاهه ڪريم جي بيتن جي جديد طرز تي تصحيح ڪري، شاهه ڪريم (٢٠ شعبان ٩٤٤ - آچر رات ٧ ذوالقعده ١٠٣٢هه) جي سوانح سميت شايع ڪيو.

اهي سورهن باب مختلف عنوانن ۾ آهن، جن جو تفصيل ڪتاب ۾ مٿين شعرن کان پوءِ ڏنو ويو آهي. پهرين جلد ۾ - جيڪو جمعه ٢٠ ربيع الاول ١٢١٣ هه جو ختم ٿيو - يارهن باب آهن. باقي ٥ باب ٻي جلد ۾ آهن جيڪو ٢٧٨ صفحن کان ٤٠٠ صفحن تائين آهي. مترجم پنهنجو نالو هيٺين شعر ۾ پڻ آندو آهي:

الهٰي عبدالرحمان کي مرهي تون مولا
سان سيني مومنن، جي امتي احمد جا

٤٦- **مناقب غوثيه**: مشتاق متعلوي.

٤٧- **مناقب السادات**: قاضي هدايت الله بن ميان محمود بن ميان سعيد متعلوي. تاليف ١٣١٥ هه.

٤٨- **ڪواڪب السعادات**: مشتاق متعلوي.

٤٩- **لطائف لطيفي**: ميرعبدالحسين سانگي. تاليف ١٣٠٥ هه.

خانداني پس منظر ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي هيءَ پهرين سوانح آهي جنهن کي ميرصاحب فارسيءَ ۾ مرتب ڪيو. ابتدا ۾ ديباچو - حمد - نسب نامو - متعلوي ساداتن جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ سلسلهٔ پيري مريدي تي ٢١ فلسڪيپ صفحا لکيا ويا آهن. جنهن بعد شاه لطيف جي سوانح - آغاز داستان - جي عنوان سان شروع ٿئي ٿي جنهن ۾ ٣٦ حڪايتن جي ذريعي شاه صاحب جي احوال کي روشن ڪندي هيٺيان مطالب بيان ڪيا ويا آهن.

١- روضي جي تعمير - ميان نور محمد جي مخالفت - زهر ڏيڻ جو واقعو - زهريلي معجون درياه ۾ وجهي ڀاڻي پيڻ - سجاده نشينن جي معزولي ۽ سيد محمد صلاح جي اولاد کي سجادهٔ ڪريميءَ تي مقرر ڪرڻ .

٢- احوال آبادي مڪان ڀٽ شريف - مخدوم پنج پڳئي جو اتاهون لانگهائو ٿيڻ ۽ ٺٺول ڪرڻ - شاه صاحب جو انهيءَ مان نيڪ فال وٺڻ .

٣- هڪ مسافر پارس پٿر ڏنو جنهنکي قبول نه ڪيو ويو .

٤- سيد حبيب شاه جي وفات ۽ ڀٽ جو احوال .

٥- مخدوم پنج پڳئي جي بدسلوڪي - شاه لطيف جي فقيرن سان جهيڙو ۽ نتيجو .

٦- ملن جا سوال ۽ شاه جا جواب .

٧- معاش ۽ انهيءَ متعلق شاه جا فرمودا - نانيءَ ۽ سخي سپڙ ڏانهن سفر .

٨- شادي ۽ ميرزا مغل بيگ جو دل قوم هٿان خاتمو .

٩- ميان نور محمد جي دعوت - آدمخور گهوڙي موڪلڻ .

١٠- شهمير شاه جو هڪ هندوءَ کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ ۽ شاه جو ڪيس چڏائڻ - رضا رغبت سان هندوءَ جو وري مسلمان ٿيڻ .

١١- حضرت شاه صاحب جن جا عجيب و غريب ٻارهن نُڪتا .

١٢- ميان نور محمد جو ڪلان سان نڪاح - غلام شاه جو پيدا ٿيڻ.

١٣- متفرقات - مٽيارين جو آباد ٿيڻ - احوال مخدوم عربي شاه جا متفرق حالات - مثالي نُڪتا.

١٤- مخدوم هاشم ٺٽويءَ جو ساز سرود ڪان منع ڪرڻ - ڪي بي مثال نڪتا.

١٥- دهلي جي راڳيندڙن جو شاه جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ- رسالي جي سرن جي ترتيب - ڪي واقعا ۽ ڪرامتون.

١٦- متعلوي ساداتن جا حالات - منتشر ٿيڻ - شاه ڪريم جو بلڙي وڃڻ - مٽياري ساداتن مان سيد لطف علي شاه ثاني جي شادي - بي بي لعل جو احوال - پٽ تي اچڻ وڃڻ - پاڻ جي مخالفت - مخدوم پنج پڳثي جي چرچ.

١٧- محبوب حقيقي جي وصال ۾ شادي رنڊڪ آهي- وصال حقيقيءَ ڪان اڳ شاديءَ جي منع - شاه ڪريم جو احوال.

١٨- ڪربلا معليٰ ڏانهن لاڙو ۽ سُر ڪيڏاري جي تصنيف (؟) - فقيرن کي ماتم (؟) ڪرڻ جو حڪم.

١٩- حضرت شاه جي پوشاڪ ۽ ٻيون نشانيون جيڪي مؤلف پاڻ ڏٺيون - جن ۾ لباس جتي ۽ ڪشتي وغيره ڪان علاوه حمائل شريف مثنوي مولانا روم ۽ هڪ رسالو پنهنجي ڏاڏي شاه ڪريم جي احوال ۾، جنهن تي سيد محمد صلاح جي دستخط ۾ لکيل هو - حرره الفقير محمد صلاح بارشاد حضرت قطب الوقت مرشدي مير صاحب حضرت عبداللطيف

جيو سلم الله تعلي - ڪن بيتن جي ماهيت ۽ شان نزول - راڳيندڙن جو دهليءَ مان اچڻ ، بزمان ميان نور محمد عباسي ۽ انهن جي سچي حقيقت - حاضريءَ جي خدمتگار جي وفات .

٢٠- ٻہ روايتون هالن واري ڪتاب مان ورتل جيڪو ڪنهن هالائي سجاده نشين جو تاليف ٿيل هو - جنهن ۾ لکيل هو تہ شاه لطيف کي مرشديءَ جو درجو مليل نہ هو - سنڌ ۾ سواءِ مخدوم نوح جي ٻيو ڪو بہ انهيءَ درجي تي فائز نہ هو .

٢١- جيسلمير جي سياحت - آتهن جون عورتون .

٢٢- ٻارهن نڪتا - انهن جو تفصيل ۽ شرح .

٢٣- جت فقير جي ڳالهہ - شاه جو بيت ٻڌي ترڪ اختيار ڪري جابلو غار ۾ ويهي رهڻ .

٢٤- وڏيري قلندر شوري جي روايت پٽ جي ابتدائي صورت حال متعلق .

٢٥- حاجي علي عرف تمر فقير جو احوال .

٢٦- ڇہ نقل آخوند احمد هالائي کان ٻڌل - مخدوم پنج ٻڪئي جي چوڻ تي مخدوم عبدالرؤف ڀٽيءَ زهر مان رتل هڪ عبا شاه صاحب ڏانهن موڪلي . وغيره وغيره .

٢٧- شاه صاحب جي گهوڙيءَ جو قصو - روضي مبارڪ جي ٺهرائڻ ۽ خرچ ڪرڻ لاءِ ميان غلام شاه جو ارادو - ساداتن جو وقت جي حاڪمن وٽ قدر ۽ عزت - ٽالپرن جو خرچ - روضي ۽ درگاه جي مسئلن ۽ عمارتن مٿان .

٢٨- شاه جو ٿر ڏانهن سفر ڪرڻ - مخدوم صابر ولهاريءَ

جو وڻن اچڻ - تحفة الڪرام مان شاه ۾ پٽ جو احوال - ڪي پيا نقل ۾ ڪن بيتن جو شان نزول ۔

٢٩- شاه جي (٢٩) فقيرن جا نالا ۽ انهن جو حال :- ميان نور محمد والي والا - پاٽس ميان محمد - ميان احمد - ميان محمد عالم ڏياڻو (شاه صاحب جو ماسات) ميان عبدالواسع سالارو - سگهڙ فقير ڏيرو - اسماعيل فقير سمو پٽيپوري - سيد نهال شاه - اسماعيل فقير ڏيرو - اجن فقير - ڪمال فقير سنريو- ورو فقير عرف وڳند (جنهن لاءِ سر بلاول جي آخري داستان ۾ چند بيت خوش طبعيءَ خاطر فرمايا اٿئون) نور محمد ابڙو ساڪن ڪانڙي مڪان - سيد سائين ڏنو - احمد فقير سمو (سندن چنگل گهوڙيءَ جو سائيس) - محمد رحيم فقير (منشي خاص) - عمر فقير سهتو - عنايت وساڻ (سندن ڪجائي جو واڳ جهلو) - عبدالجميل انڙ (جنهن وٽ مصلو ۽ تسبيح رهندي هئي ۔ گويا مغلن جي محاوري ۾ داروغهُ جا نماز) وهيو فقير ڪتائي (وٽس شاه صاحب جا ٻه ڪتا رهندا هئا جن مان هڪ جو نالو موتي هو) رحمون فقير ٻورچي - قاسم فقير (حجامت ڪندو هو) - ٻچو فقير ڪنوري جهلو - سومر فقير خانپوري - (شاه صاحب وٽ بيعت لاءِ جيڪو آيو ٿي انکي سومر فقير جي حوالي ڪندا هئا) عارف فقير ٽيپو (ٽنبڙي الهيار جي پاسي جي ماڻهن کي نماز سيکارڻ تي متعين هو) سائين ڏنو شاه منياروي- (شاه صاحب جو بسترو سندس حوالي هو) عرس فقير ساند (ڳائڻ جو داروغو جنهن کي سڄو رسالو ياد هو) - سيد نقي فقير سرودي

( پنهنجي سر ۾ سٺي آواز ڪري مشهور هو ) - ميان هاشم علوي ريحان پوٽو (جنهن کي هزار داستان چيو ٿي ويو) - اٽل فقير دهلوي - چنچل فقير دهلوي ( هي ٻئي ڳائڻان هندوستان کان آيل هئا) - ولي محمد ولد نور محمد (جنهن شاه صاحب جي ميّت کي ترڙ ڏنو) - عيدن رازو بکري (جنهن مسجد ٺاهي ۽ پوءِ شاه جو روضو جوڙيائين ) .

٣٠- غلام محمد شاه گدا جي روايت شاه صاحب جي ٻن پيرن متعلق- هڪ جو نڪاح مٽيارين جي موسائي سيد سان ٿيل هو جنهن مان ڪيتريون نينگريون ۽ هڪ پٽ ميان فقير الله شاه پيدا ٿيو . پٽ جوانيءَ ۾ فوت ٿيو . ٻي پيرڻ مٽيارين جي سمابائي پاڙي جي سيد سان پرڻيل هئي- جنهن لاءِ يقين نه آهي ته شاه صاحب جي سڳي ڀيڻ هئي يا شاه جي ماٽيلي پاءُ سيد جمال شاه جي ڀيڻ هئي .

٣١- ٻلي جي تقسيم جو داستان .

٣٢- واحد ڏني فقير جي روايت ميان حسين جي زباني - جنهن شاه صاحب کي ٽنڊي قيصر خان نظامانيءَ ۾ ڏٺو .

٣٣- بيبي لعل ۽ بي بي حسنا جي روايت . جيڪي سيد اسدالله شاه مٽياروي جون ڌيئر هيون ۽ شاه صاحب جي همشيره بي بي بتول جي ٻن ٻچن جون گهر واريون هيون - مرزا مغل بيگ ۽ سندس نياڻيءَ جو قصو جيڪا شاه صاحب جي نڪاح ۾ آئي- هن باب ۾ شاه صاحب جي عادتن ۽ روزمره جي زندگيءَ متعلق ڪيئي قصا درج آهن .

٣٤- شاه جي وفات- قاسم فقير جو ونگ، ولاسي پهچڻ سيد جمال شاه کي آڻڻ - باهمي اختلاف .

٣٥- سنياسن سان گڏجي ناني ۾ وڃڻ - ست نقل جن ۾ شاه جا مختلف واقعا بيان ڪيا ويا آهن .

٣٦- تماچي فقير ڪڇي ۾ جو احوال - ٻيا چار نقل جن ۾ شاه جي سوانح متعلق چند واقعا بيان ٿيل آهن .

ڪتاب جي آخر ۾ ڪجهه تاريخون ۽ هڪ خاتمو آهي . ڪتاب فلسڪيپ سائيز جي ٻن سون صفحن ۾ آهي . هر باب جي آخر ۾ مؤلف پنهنجي فارسي نظم ڏني آهي . سنڌ جي تاريخ متعلق ڪو مستند احوال آيل ڪونه آهي . شاه لاءِ جيڪي روايتون آهن اهي مير صاحب پيرسن ماڻهن کان ٻڌي قلمبند ڪيون آهن . مير عبدالحسين ٻهريون سنڌي ۾ انهن نقلن تي مشتمل، سوانح تيار ڪئي هئي . ميرزا قليچ بيگ شاه جي حياتي ۾ تي جيڪو سنڌي ۽ انگريزي ڪتاب لکيو، انهن جو مواد مير عبدالحسين کان ورتل هو . ليڪن انهن ٻنهي ڪتابن ۾ سڀئي حڪايتون ۽ روايتون اچي نه سگهيون، جنهنڪري مير عبدالحسين کي 'لطائف لطيفي' جي نالي سان موجوده ڪتاب تيار ڪرڻو پيو، جنهن ۾ هن سموري معلومات -جيڪا وٽس هئي- آڻي ڇڏي[1] .

مٿيان سڀئي ڪتاب متعلوي ساداتن جي حالات ۾ آهن، جن

---

[1] مولوي دين محمد وفائي مرحوم 'لطف اللطيف' هن ڪتاب جي مدد سان تاليف ڪيو آهي .

منجهان ڪي (٤٦ تا ٤٨) راقم جي نظر مان نہ گذريا آهن. گمان آهي تہ اهي سنڌيءَ ۾ آهن ۽ سيئي چوڏهين صديءَ ۾ تصنيف ٿيا آهن.

## ٩- ٻڪيرائي بزرگن تي مواد

هيٺيان ٻہ ڪتاب ٻڪيرن جي مشائخن تي آهن. راقم جي نظر مان بہ اهي نہ گذريا آهن.

٤٨- **انوار قلندري :** هي ڪتاب ١٢٨٣ هہ کان پوءِ جي تاليف آهي. مؤلف جو نالو معلوم نہ آهي.

٤٩- **اذڪار قلندري :** هن ڪتاب جي صورت حال جي ڄاڻ ڪانہ اٿون.

## ١٠- سرهندين تي ڪتاب

هيٺيان ڪتاب سنڌ جي سرهندي مجددي مشائخن متعلق آهن، جن مان ڪيترا ڇپيل آهن:

٥٠- **عمدت المقامات:** از فضل الله سرهندي المتوفي ١٢٣٨ هہ. مطبوعہ لاهور. شاه فضل الله (متوفي ١١٠٦ هہ) کان شروع ٿي قيوم زمان تائين جي احوال تي مشتمل آهي.

٥١- **زبدت المقامات:** ؟.

٥٢- **انيس المريدين :** از خواجہ حسن جان سرهندي مرحوم.

٥٣- **انساب الانجاب :** از خواجہ حسن جان سرهندي مرحوم.

٥٤- **مونس المخلصين :** جناب خواجہ شاه آغا صاحب.

اهي سيئي ڪتاب ڇپيل آهن ۽ عام دستياب ٿين ٿا.

منجهن تيرهين ۽ چوڏهين صديءَ جي ڪيترن اهڙن غير مجددي مشائخن ۽ مشاهيرن جو احوال ملي ٿو جيڪو انهن ڪتابن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڪتاب ۾ موجود نہ آهي .

## ١١- سادات بکري رضوي

سيد محمد مکي بکري ( متوفي ٦٣٤ هہ ) ستين صديءَ هجري جي شروعات ۾ بکر اچي مقيم ٿيو . سندس خاندان بکر روهڙي ۽ ٺٽي وغيره کان علاوه هندوستان جي ڪيترن شهرن ۾ پڻ آباد ٿي . انهيءَ سلسلي جي هر شاخ جتي لڳي ۽ منجهانس جيڪو سلو سائو ٿيو سو نور ' علي نور هو . سوين صاحب دل اهل طريقت شاعر ۽ ڪيترا تصنيفن ۽ تاليفن جا مالڪ ٿيا .

انهيءَ گهراڻي جي احوال ۽ نسب تي ڪيئي ڪتاب سنڌ خواه هند ۾ لکيا ويا آهن ، جن مان انهن چند ڪتابن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو ، جيڪي راقم جي مطالعہ ۾ آيا آهن .

**١- تذڪرت السادات:** علامہ شيخ احمد بن محمود اڪبرآبادي ( هند ) ١١٧٥ هہ . ڪتاب مختصر آهي ( 11x8 ورق ٣٣ - سٽون ١٥ ) ابتدا ۾ حضرات امامين ۽ سندن اولاد جو مذڪور ۽ آخر ۾ سيد محمد مکي جي اولاد جو احوال آهي . زياده تر ڪڙه ۽ مانڪپور ( هند ) جي شاخن جو ذڪر آهي .[1] ڪتاب تاريخ ١٩ محرم ١٣١١ هہ

---

[1] هي ڪتاب ١٩٣٨ هہ ۾ ڪلڪتي جي سيد محمد ابو يوسف ڏنو ، جيڪو صاحب پير مرد هو ۽ ڪيترو وقت جناب شيخ ( باقي ٣٦ صفحي تي)

مطابق ۲ آگسٽ ۱۸۹۳ع جو سيد مظفر حسين (ساڪن ڪوره سادات ضلع فتحپور نلوه) پنهنجي مامي شاه محمد اسماعيل سجاده نشين خانقاه مانڪپور جي نسخي تان نقل ڪيو.

۵۶- منبع الانساب: مير معين الحق جهونسوي. شاه محمد مڪي بکري جي احوال ۽ سندس اولاد جي سلسلي ۾ هي مفصل ڪتاب سيد معين الحق جهونسوي بن سيد سلطان شهاب الحق بن سيد حضرت بندگي شاه محمد ابو جعفر بن حضرت قطب الاقطاب مخدوم شاه تقي الدين بن حضرت شعبان الملت سيد مرتضيٰ بن سيد بدر عالم بن سيد صدرالدين بکري بن سيد محمد مڪي بکري (متوفي ٦٤٤هه) وڏيءَ تحقيق ۽ محنت سان تاليف ڪيو. پاڻ جهونسي مان هلي اچي ملتان اچ بکر ۽ روهڙي ۾ ڪيترو وقت لڪي، وقت جي سجادن ڪان - جيڪي سندس پڻ مائٽ لڳندا هئا - تحقيق ڪري سيني شاخن جا نسب ناما گڏ ڪيا ۽ احوال هٿ ڪيا.

سيد محمد مڪيءَ کي چار پٽ شيخ شهاب الدين سهروردي

---

(بقيه ص ۳۵)

عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ وٽ اچي رهيو. خلافت جي زماني کان سندس واقف هو. پاڻ حڪيم هو، سندس خيال هو ته پاڪستان جي سرڪار کيس ڪارخانو ڪيدي ڏئي جنهن ۾ هو صاحب جڙي ٻوٽن جي تحقيقات ڪري. سال سوا رهي موٽي ويو ۽ وڃڻ سان ڪلڪتي ۾ فوت ٿيو. سندس دعوا هئي ته هو ڪلڪتي جي مسلمانن جو پيش امام هو ۽ حضرت مولانا ابو الڪلام کان ناراض ٿي مسلمانن کيس پيش امام بڻايو هو. ڪتاب تي مرحوم ۱۳۱۵هه جو دستخط ڪيا آهن.

( ۵۳۹-۶۳۲هہ )[1] جي نياڻي منجهان ۽ ٻه پٽ (سيد شمس ۽ سيد ماه) پنهنجي گهر مان هئا . ٻهرين ڄڻن مان سيد صدرالدين ۽ سيد بدرالدين ٻکر ۾ ڄاوا .

سيد بدرالدين جي نياڻي سيد جلال سرخ جي گهر ۾ آئي ، جنهن مان اولاد ٿيو ۽ وڌيو . اڄ جا بخاري سادات انهيءَ بيبيءَ جو نسل آهن .

سيد صدرالدين جو نالو سيد امام‌الدين ڪنيت سيد علاءُ‌الدين ۽ صدرالدين سندس لقب هو . ۱۰ رجب ۶۰۰هہ ۾ ڄائو . سٺ سال نو مهينا زندگي ڪري ۲۱ محرم ۶۶۹هہ جو فوت ٿيو .

سيد صدرالدين کي چار پٽ ٿيا ، جن مان ڪيس ڪثير اولاد ٿيو . سکر روهڙي ٺٽي ۽ هندوستان جون مختلف شاخون سيد موصوف جي نسل مان هليون آهن .

سيد صدرالدين جي پٽ سيد بدر عالم جو پٽ شعبان‌الملت سيد مرتضيٰ هو ، جيڪو جهونسي ۾ وڃي مقيم ٿيو . منبع‌الانساب جو مؤلف انهيءَ بزرگ جي اولاد مان آهي .

راقم وٽ برٽش ميوزم جي نسخي ( OR226 ) جو فوٽو ( ۲۶۸ ورق ) آهي . ڪتاب بيحد مفيد ۽ مستند آهي .

**۸۷- شجرهٔ سادات :** سيد قمبر علي رضوي ٻکري . تاليف ۱۲۶۱ هہ ( 8x5 - ورق ۱۱۲) . هي ڪتاب پڻ ساڳي سيد

---

[1] صاحب عوارف المعارف - مدفون بغداد .

محمد مکي بکري ۽ انجي اولاد جي نسب نامن تي آهي. بکرجي سيد قمبرعلي ابن غفران پناه سيد امان علي شاه رضوي البکري تاليف کري ١١ ربيع الاول ١٢٦١ ھ جو پورو کيو. ترقيم ۾ مؤلف لکي ڏنو ته: پين کتابن کان علاوه هُن پن رسالن تان - جيکي سيد نور محمد ولد سيد حافظ غلام حسين ۽ سيد بسم الله شاه جي دستخطن ۾ هئا - (غالباً تاليف به سندن ئا) مواد حاصل کيو.

کتاب چئن سخن تي مشتمل آهي جن ۾ جملہ ٥٤ عنوان آهن. آخر ۾ سيد جلال سرخ مخدوم لعل شهباز ۽ سيد علي لکعلوي (جد اعلیٰ راقم الحروف) جا شجرا ذئل آهن. کتاب جي حاشين تي پوء جي اولاد جا اضافا آهن.

هن کتاب ۾ خاص طرح انهن شاخن جا نسب موجود آهن، جيکي سنڌ اندر پکڙيون. کتاب جو هک نسخو مرحوم سيد مير الهورائي شاه روهڙي واري وٽ هو، جنهن تان سيد محمد مکي ۽ سندس پٽن تاءِ جو احوال منهنجي برادر بزرگوار پير علي محمد راشدي ١٩٣٤ع ۾ نقل کري ورتو هو ۽ هن وقت راقم وٽ موجود آهي. هک نسخو ٺٽي ۾ آهي جنهن جي آخر ۾ عبارت آهي: بتاريخ بيستم شوال ١٢٩٨ ھ از مير حقير غلام مرتضیٰ مرتضائي.

هي کتاب هر لحاظ کان مستند ۽ قيمتي آهي. منجهانس کيترن تاريخي حقيقتن سان گڏ اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو ته: راقم الحروف جي جد اعلیٰ سيد علي لکعلوي سيد صدرالدين

جي عقد ۾ پنهنجي نياڻي ڏني هئي ۽ سيد صدرالدين انهيءَ رشتي سبب، سيوهڻ جي قلعي جي قريب رسول پور نالي ڳوٺ ٻڌو، جيڪو پوءِ موضع رفيعان جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ سيوهڻ جي پرڳڻي خطي ۾ هو. غالباً اِهو آهوڻي ڳوٺ آهي جتي سيد مراد شيرازيءَ جو ڏاڏو سيد محمد ۷۸۶هه ۾ اچي مقيم ٿيو هو. سيد صدرالدين محمد خطيب پنهنجي والد جي حڪم تي موڻي بکر جي ويجهو عالي واهڻ جو ڳوٺ ٻڌائي ان ۾ اچي مقيم ٿيو.

سيد صدرالدين کي سيد علي لڪعلوي جي نياڻيءَ مان چار پٽ ۽ ٻه نياڻيون ٿيون:

(۱) سيد خواجه مخدوم تاج الدين محمد ( اول )
(۲) سيد قطب الدين
(۳) سيد ڪمال الدين
(۴) سيد جمال الدين
(۵) بي بي تاج خاتون
(۶) بي بي حاج خاتون.

خاندان جي ابتدائي احوال ۾ هيٺيون حقيقتون نهايت دلچسپ آهن. مثلاً:

۱- ڪتاب جي ابتدائي ورق تي هڪ رباعي لکيل آهي، جيڪا سيد نبي بخش جي روايت مطابق سيد محمد مڪيءَ جي آهي:

ياد ست مرا اين سخن، از صاحبِ دردی
مردي نشوي ! تانه کنيِ خدمتِ مردی
هرگز نه کني خدمت آنکس که، نکرد است
در عهد جواني، ادبِ صاحب دردی

۲- سيد محمد مڪي جي گهر واري جيڪا شهاب الدين سهرورديؒ جي نياڻي ٿئي، ان جو نالو بي بي فاطمہ هو. اِي بي بي صاحبہ جو مقبرو مڙس جي مقبري جي اولاهين ڏ ديوارسان لڳ ٻاهران آهي.

۳- اِي بي زينب خاتون سيد احمد بخاريؒ (؟) جي نياڻي، سيد صدرالدين جي گهر ۾ هئي. يعني ڀورين سيد علي لڪعلوي جي نياڻي ۴ اِي هيءَ ٻيبي. هن بي بي صاحبہ جو مدفن سيد محمد جي تربت سان گڏ اولهہ ڪان آهي.[1]

۴- سيد جي مدفن گاه واري زمين ڪي - مران پني (؟) - سڏ ٻو ٿي ويو.

۵- سيد صدرالدين ٻکر جي ٻيٽ ۾ جاه ٺهرائي جنهن ڪان پوءِ قلعو ٻڌو ويو. (؟)

۶- سکر جو شهر بہ صدرالدين ٻڌو. (؟)

---

[1] افسوس آهي جو سيد محمد جي مزار ڪان سواءِ باقي سڀ اشان منجي وڃا آهن. راقم الحروف پنهنجي برادر بزرگوار سان گڏ اهو قبرستان ڀوربون دفعو ۱۹۲۹ع ۾ ڏٺو. ان وقت ڪيتريون قبرون شڪستہ حالت ۾ موجود هيون جيڪي اڄ نابود ٿي چڪيون آهن. ان وقت سيد جي قبر جي لوڙهہ واري قديم پٿر جي چئن ڪنارن تي پراڻي خط ۾ نسب نامو اڪريل هو، جيڪو پوءِ بعد ۾ چوني ڪچ جي پلاسٽر سبب ختم ٿي ويو. تازو مزار ۽ ان جي متعلقات جي مرمت ڪرائي قدامت جي قيمتي آثارن ڪي مٿائي تاريخ جو سخت نقصان ڪيو ويو آهي. محڪمہ آثار قديمہ وارن کي گهرجي تہ انهيءَ مزار کي صاف ڪرائي قديم لوڙهہ جي اصل صورت ظاهر ڪرائين.

٧- نصرت خان ( برادر سلطان علاؑالدين خلجي؟ ) پنهنجي نياڻي سيد بدرالدين کي ڏني .

٨- سيد صدرالدين کي ٻن گهرن مان جملہ ڏهہ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ٿيون .

٩- سيد بدرالدين سيد محمد مڪي جو وڏو پٽ هو، جنهن هيٺيون سنڌي بيت پڙهيو :

ڪٿئين تان هارئين، مرين تہ وڃين واءِ
پنهي منجهئون هڪڙي، چڱي نہ ٿئي ڪاءِ

١٠- سيد بدرالدين پنهنجي نياڻي سيده زهرا خاتون سيد جلال الدين سرخ بخاريءَ کي ڏني[1]. جنهن مان سيد محمد غوث ڄائو ۽ بي بي صاحبہ ڄمر ڪندي فوت ٿي وئي . سيد بدرالدين ڪيس بي بي فاطمہ نالي ٻي نياڻي ڏني .

١١- سيد بدرالدين جي ٻن پٽن ( نصرت خان جي ڏهٽن ) سيد مرتضيٰ ۽ سيد سعدالدين ملتان جي لانگاه سلطانن مان سنگ ورتا . سيد مرتضيٰ کي هڪ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون انهيءَ لانگاه بي بيءَ مان ٿيا . سيد مرتضيٰ جي هڪ نياڻي سيد احمد ڪبير بن جلال سرخ بخاريءَ کي ڏني وئي جنهن مان سيد جلال جهانيان جهان گشت ( ٧٠٧هہ ) ۽ راجو قتال ڄاوا . اها بي بي صاحبہ روهڙيءَ ۾ مدفون آهي .

١٢- سيد علي لڪعلوي جي نياڻيءَ مان سيد صدرالدين کي جيڪي ٻہ نياڻيون ( بي بي حاج ۽ بي بي تاج ) ٿيون سي ننڍپڻ ۾

---

[1] اخبار الاخيار ۾ پڻ مذڪور آهي ص ٥٩

فوت ٿي ويون . ۽ِن مان سيد جمال‌الدين ۽ سيد ڪمال‌الدين لا ولد فوت ٿيا . سيد مخدوم خواجه بن تاج‌الدين اول ( سيد مرتضيٰ ولد سيد بدرالدين جي نياڻي ) کي ٻه پٽ ٿيا . سيد ميران ۽ سيد تاج‌الدين ثاني .

سيد ميران کي چار پٽ ٿيا سيد سعدالدين - سيد صدرالدين - سيد بهاءُالدين - سيد بهرام . انهن جو اولاد بکر ۾ رهيو .

سيد تاج‌الدين کي ٽي پٽ ٿيا سيد ناصرالدين- سيد نجم‌الدين ۽ سيد ابوالغيث . انهن جي اولاد مان ڪيترا صاحب طريقت ۽ اهل دل پيدا ٿيا . مثلاً شاه نظام‌الدين ناصراڻي - حضرت شيخ سوائي - حضرت شاه عنايت رضوي - حضرت شاه عيسيٰ قتال - حضرت حيدر حقاني (دفن روهڙي) ۽ حضرت شاه عيسيٰ نوبهار .

سيد ابوالغيث بکر جي قلعي ۾ دفن آهي، سندس مقبرو موجود آهي . ( احوال ڏسو تحفة‌الڪرام ج ٣ ص ١٢٦ )

سيد صدرالدين جي ٻئي پٽ سيد قطب‌الدين کي هڪ پٽ سيد صفيرالدين هو ، جنهنجي نسل مان ڪي ٿورا سادات ٿيا جيڪي بکر ۾ رهيا .

مٿين قسم جي قيمتي مواد کان علاوه ڪتاب ۾ دلچسپ جغرافيائي معلومات پڻ موجود آهي . مثلا :

١٣- ڪنڊيارو ( پرڳڻو درپيلو ) بکر کان ست ميلن جي فاصلي تي هو .

١٤- قلعي بکر لاءِ هيٺين حقيقت لکي وئي آهي : ٩٢ طنابون مدور — ١٥ گز ارتفاع پاڙ کان ڪنگري تائين —

عرض ۾ ديوار ڪٿي ڇهه گز ۽ ڪٿي گهٽ وڌ — دروازا چار :

۱- دروازو ڪُن : مابين جنوب و مشرق

۲- دروازو ڪڪري : جانب جنوب

۳- دروازو ڪرڙي : جانب شمال

۴- دروازو ناڪ : مابين شرق و شمال

— برج ۱۶ — ڪنگرا ۳۰ ۷ — طول دروازي ڪُن کان دروازي ڪرڙي تائين ۲۵ طناب — عرض دروازي ناڪ کان ڪڪريءَ تائين ۲۱ طناب — جنهن وقت همايون بکر جي سامهون آيو ان وقت سلطان محمود وڏي قلعي جي سامهون پيو قلعو شير حاجي (؟) جي نالي سان برپا ڪيو. جيڪو ۱۲۵ طنابون مدور ، تري کان ڪنگرن تائين ساڍا ٻارهن گز اڀو ۽ ديوار جو عرض ۴ گز . وڏي قلعي جي مقابل هن قلعي جو دروازو هو . قلعي ۾ ۲ ۷ برج هئا . منجهس ۾ باغ جوڙايائين ، جن مان هڪ ستن بيگهن ۾ نظرگاه جي نالي سان ۽ ٻيو پنجن بيگهن ۾ گذرگاه جي نالي سان سڏيو ويو .

۱۵- بکر جي قلعي مان ميرڪيسوءَ جي اچڻ بعد سادات نڪتا ،[1] جيڪي روهڙيءَ ۾ وڃي ۰۰ ۷ سو گهر آباد ڪري ويٺا .

۱۶- روهڙيءَ جو شهر سيد سعدالدين ٻڌو . لُهري نالي ٽڪر تي هو جنهن ڪري لهُري ( روهڙي ) سڏيو ويو ۽

[1] تاريخ معصومي ۾ آهي ته ساداتن کي شاه بيگ ارغون قلعي مان ڪيدي روهڙيءَ آباد ڪيو .

مشهور ٿيو .[1]

١٦- سيد محمد مڪي جو شجرو ڪتاب ۾ هن ريت ڏنل آهي: سيد محمد - بن سيد محمد شجاع - بن سيد ابراهيم - بن سيد قاسم - بن سيد زيد - بن جعفر اصغر - بن حمزه - بن امير هارون - بن عقيل - بن اسماعيل- بن امام جعفر ثاني - بن امام علي نقي- بن امام محمد تقي- بن امام علي موسيٰ رضا- بن امام موسيٰ ڪاظم- بن امام جعفرصادق- بن امام محمد باقر- بن امام زين‌العابدين- بن امام‌حسن - بن حضرت‌علي‌ڪرم‌الله‌وجهه.[2]

---

[1] روهڙ سنڌيءَ ۾ ٽڪرڪي چئبو آهي . ٽي سکهيتو ته روهڙ - ڙي مان روهڙ واري آبادي مراد هجي .

[2] مولانا دين محمد وفائي مرحوم ١٩٣٥ع کان اڳ قبر جي لوڙهه وارو شجرو پڙهي نقل ڪيو هو . پاڻ لکي ٿو ته: لوڙهه سنگ سرخ جو آهي . ڪتبي جا ڪي اکر متجي ويا آهن . پاڻ شجرو هن ريت ڏنو اٿائين :

تعويذ قبر حضرت قطب‌الاقطاب ، سلطان العارفين ، اميرالمومنين ، سيد محمد مڪي بن سيد شجاع نور الله مضجعه بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زيد بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن اميرالمومنين سيدنا جعفرثاني بن امام علي نقي بن امام محمد تقي بن امام شاه علي موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام‌علي زين‌العابدين بن حضرت امام حسين بن حضرت اميرالمومنين امام المشارق والمغارب اسدالله الغالب بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنهم — '

مولانا لکيو آهي ته ڪتبي مان ظاهر ٿئي ٿو ( ڏسو صفح ۴٦ )

## ١٢- خاندان راشديہ

سنڌ جو معروف روحاني گهراڻون سيد علي لڪعلويءَ جي اولاد مان حضرت پير محمد راشد رحمة الله عليہ جو آهي جيڪو سنڌن نالي پٺيان راشدي سڏجي ٿو. انهيءَ خاندان سنڌ اندر اڻ وسرندڙ ديني ۽ علمي خدمتون ڪيون آهن. هيٺيان ڪتاب انهيءَ سلسلي متعلق آهن.

**٦١- جامع الفيوظات**: از خليفو محمود ڪڙئي وارو. (١٢۴٨) . حضرت پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي (١٢٣٣ھ) جي ملفوظات آهي، جنهن ۾ هڪ مقدمو هڪ خاتمو ۽ ٢٣ باب آهن. هي ڪتاب معلومات جو وڏو ذخيرو آهي. تيرهين صدي هجري جي سنڌ جو معاشرو منجهانس چٽيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو. مدرسا ۽ تعليم، سياسي ۽ سماجي احوال، خدا وارن جا قصا، اصحاب ڪمال جو بيان، حڪيمن ۽ حاڪمن جون ڳالهيون، مطلب تہ ڪتاب سراسر هڪ خزانو آهي. ڪتاب جا سنڌ ۾ ڪيئي نسخا موجود آهن. منهنجي برادر بزرگ جناب

---

(بقيہ ص ۴۵)

تہ سيد محمد مکي شيخ شهاب الدين سهروردي‎ءَ جو سڌو سئون ڏهٽو هو. (الوحيد آزاد نمبر ص ٦١) معلوم ٿئي ٿو تہ مولانا ڪتبو هو بهو نقل نہ ڪيو آهي ورنہ ڏنل اکرن جي جاء تي لفظا ڏنسي ها ۽ شيخ شهاب الدين واري عبارت متن ۾ ساڳي طرح لکڻ کپندي هيس.

بهر حال جيڪڏهن اهو ڪتبو دوبارو صاف ڪيو وڃي تہ هوند معلوم ڪري سگهبو تہ ڪتبو ڪيئن آهي ۽ ڪهڙي زماني جو آهي.

پير علي محمد راشدي صاحب، نهايت اعليٰ درجي جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي جيڪو راقم الحروف وٽ موجود آهي. پين سنڌي ترجمن کان زياده مستند ۽ فصيح آهي. انهيءَ ملفوظات تان پير سائين جن جي مفصل سوانح پڻ پير صاحب تيار ڪئي هئي جيڪا بدقسمتيءَ سبب گم ٿي وئي. انهن کان بهتر شايد وري ڪڏهن تيار ٿي نه سگهي.

٦٢- **المحبوبية المحمودية :** از خليفو محمود ڪڙئي وارو. هي ڪتاب پير سائين روضي واري جي تعليمات ۽ افڪار متعلق آهي. ڪتاب ۾ تصوف جا ڪيئي نڪتا واضح ڪيا ويا آهن.

٦٣- **سراج العاشقين :** خليفو محمد ملوڪ چانڊيو. تاليف ١٢٤٤ هه. هي خليفي محمود جي ملفوظات سنڌس مٿين مريد گڏ ڪئي آهي. چوٿاڙ فلسڪيپ جي ١٢١ ورقن ۾ آهي ۽ هر صفحي ۾ ١٣ سٽون آهن.

٦٤- **ملفوظات :** خليفو محمد حسين مهيسر ناڙيوال. پير صاحب روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي، جيڪا سندن مريد خليفي محمد حسين مرحوم تاليف ڪئي. هيءَ ملفوظات پڻ معلومات سبب بيحد قيمتي آهي.

٦٥- **صحبت نامو :** خليفو محمد حسين. پير صاحب روضي ڌڻيءَ جي سوانح تي هي رسالو ١٢٤٨ هه ۾ لکيو ويو، جنهن کي خليفي محمود ڪڙئي واري 'المحبوبية المحمودية' ۾ شامل

ڪيو آهي .

٦٦- مڪتوبات : هي مڪتوبات پير سائين محمد راشد روضي واري جا آهن، جيڪي پنهنجي مختلف مريدن ۽ دوستن ڏانهن لکيا اٿئون ۽ منجهن تصوف ۽ مذهب جا ڪي ڏي مسئلا ۽ نڪتا بيان ڪيا ويا آهن . ڪتاب جا ڪيئي نسخا سنڌ جي مختلف ڪتب خانن ۾ موجود آهن . ڪتاب ۾ هيٺين مائٽن ڏانهن خط آهن :-

١) در جواب خليفه محمد حسين
٢) " سيد مرتضيٰ علي شاه
٣) " محمد صالح طالب العلم
۴) " مير مبارڪ خان ولد مير سهراب خان ٽالپور
٥) " مخدوم ميان احمد نصرپوري
٦) " ميان غلام محمد ساڪن لڪڙي
٧) " غلام علي فقير ڪٽياڻ
٨) " ميان احمد نصرپوري
٩) " غلام علي فقير ڪٽياڻ
١٠) " ميان عبدالمجيد ساڪن ڏيهه ڪوڪر
١١) " غلام علي فقير ڪٽياڻ
١٢) " غلام علي فقير ڪٽياڻ
١٣) " در شرح معاني بيت مولانا . بشنواز ...... الخ
١۴) " خليفه محمد حسين ساڪن ڳوٺ ناڙي
١٥) " ميان محمد حسين "

١٦) در جواب محمد حسين ساڪن ڪوٽ ناڙي
١٧) " خليفه محمد حسين سڪنه ناڙي
١٨) " سيد ميان غلام مرتضيٰ شاه
١٩) " مخدوم پير محمد ساڪن ڏيپارجا

**٦٧- حالات مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي :**
مؤلف نا معلوم . هي ڪتاب ١٠٦ صفحن تي آهي . منجهس پير سائين محمد راشد جي مرشد حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي جا حالات ملفوظات ۽ اقوال جمع ڪيا ويا آهن . ڪتاب ۾ ڪيترن معاصر بزرگن مخدوم صاحب جي دوستن ۽ خليفن جو مذڪور آهي .

**٦٨- خزانة المعرفت :** از پير سائين علي گوهر شاه ( متوفي ١٢٦٣ هه ) . پير سائين محمد صبغت الله شاه ( متوفي ١٢٤٦ هه ) بن پير سائين محمد راشد ( متوفي ١٢٣٣ هه ) بن محمد بقا ( متوفي ١١٩٨ هه ) جي ملفوظات آهي ، جنهنکي سندن فرزند پير علي گوهر ١٢٠٥ هه ۾ تاليف ڪيو .

ڪتاب ۾ هڪ مقدمو ۽ ١٧ باب آهن . هر باب ۾ متعدد فصل ۽ آخر ۾ خاتمو آهي . فصل جمله ٨٧ آهن .

حسب دستور ڪتاب ۾ جا بجا تاريخي سياسي ۽ سماجي واقعا موجود آهن . پير صبغت الله شاه ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جا بيت مثال طور آيل آهن .

**٦٩- خزانة الاسرار :** پير سائين صبغت الله شاه جي بارهن

خطن جو مجموعو آهي جنهنکي پير سائين علي گوهر شاه مرتب ڪيو آهي . هيٺين ماڻهن جي نالي تي خط آهن :

١- مير مرزا ٽالپور
٢- مير ولي محمد ٽالپور
٣- خليفو ميان محمد نبي بخش ۽ خليفو ميان بخشعلي .
٤- مير ولي محمد ٽالپور
٥- مير پورو ٽالپور
٦- در حل معاني ابيات محرم راز عارف شيرازي [1]
٧- ميان الهداد ۽ محمد شفيع
٨- خليفو ميان سلطان
٩- خليفو محمد اسماعيل ( در انکشاف معنى بيت )
١٠- سيد مير نور علي شاه لڪوي ( در حل بيت مثنوي )
١١- خليفو ميان اميد علي

٧٠- **ملفوظات :** پير محمد ياسين جهنڊي وارو ( پير سائين جاين وارو ) . هي ملفوظات سندن پٽ پير هدايت الله مرتب ڪئي آهي .

٧١- **تحفة الطالبين:** قاضي فتح محمد نظاماڻي ٽنڊو قيصر . ١٣٢٢ هه . پير رشيدالدين ( بيعت ڌڻي ) جهنڊي واري جي ملفوظات. فلسڪيپ سائيز جي ٣٠٦ صفحن ۾ آهي. پير جهنڊي وارن جي ڪتب خاني ۾ جيڪو نسخو آهي ان جو ڪاتب محمد حسين جمالي آهي جنهن ٢٢ رمضان ١٣٢٢ هه جو لکي پوري ڪئي .

---

[1] يعني خواجه حافظ شيرازي .

٧٢- تنوير القلوب في صراط المطلوب: از پير ضياءالدين شاه ( صاحب العلم خامس ) هي ۽ ملفوظات پير رشد الله شاه ( خلافت ڏني ) جي آهي، جنهن کي سندي ٽه فرزند پير ضياءالدين شاه مرحوم فلسڪيپ سائيز جي ٢٨٩ صفحن تي تاليف ڪيو.

٧٣- ملفوظات: حافظ محمد صديق مرحوم ڀرچونڊي وارو. پير سائين روضي واري جي مريد حافظ محمد صديق ڀرچونڊي واري جي ملفوظات آهي.

٧٤- سلسلهٔ قادريه: ١٣٢٦ھ از پير علي اصغر شاه بن پير حزب الله شاه بن پير علي گوهر شاه بن پير صبغت الله شاه اول.

هي منظوم فارسي ڪتاب ٻن حصن ۾ آهي. پهريون حصو حضور سرور ڪائنات کان وٺي امام علي موسي رضا جي احوال تائين آهي جنهن جي آخر ۾ (١٨٣-٢٠٤) پير سائين محمد راشد جي ابن ڏاڏن جو نسب ڏنو ويو آهي.

ٻيو حصو ( ٢١٠-٢٦٧ ) بزرگن جي سرسري ۽ روايتي حالات ۾ آهي، اهو حصو نامڪمل آهي. ڪتاب مصنف جي هٿ اکرين آهي.

## ١٣- متفرق

هن هيٺ اهي متفرق ڪتاب ڏيکاريا وڃن ٿا جيڪي مختلف بزرگن ۽ مشائخن جي انفرادي احوال ۾ لکيا ويا آهن.

٧٥- اخبار الاخيار للڪتبار: هي ڪتاب مولانا مرحوم حافظ

محمد ابراهيم ڳڙهي ياسين واري ڪٻار عالمن جي حالات ۾ لکيو آهي . ١٩٦٣ع ۾ ڇاپيو ويو .

٧٦- **تحفة ڪريميه** : مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪاروڙي . هي ڪتاب علامه عبدالڪريم ڪورائي جي احوال ۾ ١٩٣٥ع ۾ شايع ٿيو .

٧٧- **مڪتوبات** : شاه فقيرالله علوي قنڌاري شڪارپوري . هن ڪتاب ۾ شاه فقيرالله جا سياسي ۽ ديني خط آهن. جيڪي مختلف معاصرن ڏانهن لکيا اٿون . ڪتاب ڇپيل ۽ عام آهي .

٧٨- **قطب الارشاد**: شاه فقيرالله علوي . شاه صاحب جي پنهنجي تصنيف آهي جنهن ۾ تصوف ۽ دين جا مختلف مسائل بحث هيٺ آندا ويا آهن .

٧٩- **مڪتوبات** : مخدوم عبدالله نرهوارو. ڪنزالعبرت جي مصنف هي خط مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ ڏانهن لکيا آهن . ڪتاب خطي آهي .

٨٠- **سوانح شاه عثمان فراشي** : هي ڪتاب راقم ڪون ڏٺو آهي. مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسمي وٽ نسخو موجود آهي .

٨١- **انتخاب لطائف سير** : (تصنيف قاضي جيون) انتخاب از فقير علي مردان اويسي قادري . هن اختصار ۾ اچ ملتان بهاولپور آڳي ۽ اپاوڙي جي مختلف مشائخن جو ذڪر آهي .

ڪتاب در اصل سلطان التارڪين (؟) جي حالات ۾ آهي ۽ ضمناً ٻين بزرگن جو احوال اچي ويو آهي . واقعات ۾

۱۲۳۰-۱۲۳۵-۱۲۶۱ھ سال ڏنا ويا آهن . تاليف انهيءَ کان پوءِ جي سمجهڻ گهرجي .

**٨٢- تذڪرت الانساب:** هي رسالو منهنجي برادر بزرگ پير علي محمد راشدي جي هٿ اکرين (١٢ اڪٽوبر ١٩٣٢ع) نقل ٿيل آهي . مصنف جو پتو ڪو نہ آهي - ٩٥ صفحن جي هن مختصر رسالي ۾ ڪيترن مشائخن ۽ قبيلن جا شجرا ڏنل آهن . مثلاً:

١- مخدوم فيروز قريشي ٺٽوي
٢- قاضيان ملاڪاتيار
٣- مخدوم نوح هالا
٤- بهاءُالدين ذڪريا ملتاني
٥- لاکيار - لاکا - لنجار - چنا - ساند - سما
٦- لعل شاهباز قلندر
٧- مير معصوم بکري
٨- لڪياري سادات
٩- منياري سادات

اهي آهن اهي فارسي[1] ڪتاب جن جي ڀاڱي چاڻ ٿي سگهي آهي، انهن کانسواءِ سنڌ اندر اڃا ڪيترو صوفيانو لٽريچر موجود هوندو تنهن جي خبر خدا کي آهي .

*　　　　*　　　　*

## تاريخي اهميت

سنڌ جي انهيءَ صوفياني لٽريچر کي نہ فقط ديني سلسلي ۾

---

[1] جاٺايل ڪتابن ۾ ٻني سنڌي ۽ هڪ اڌ عربي ڪتاب ٻڻ اچي ويو آهي . باقي سمورا فارسي آهن .

وڏي اهميت حاصل آهي، بلڪ سياسي سماجي ۽ ادبي تاريخ ۾ پڻ اهو لٽريچر اهم ترين مواد جي حيثيت رکي ٿو. تذڪرن ملفوظات ۽ مڪتوبات ۾ سنڌ جي ڪيترن معاصر سياسي واقعن جا اشارا ڏنل آهن. ڪيترن ڳوٺن جي جاگرافي ڄاڻائي وئي آهي، سماجي صورتحال جا حوالا ملي وڃن ٿا ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ جي سلسلي لاءِ بي شمار غير معروف شاعرن جا بيت پڻ آيل آهن، جيڪي ادبي ذخيري جي ڪيترن گمنام گوشن کي روشن ڪن ٿا. مثال لاءِ هن هيٺ مختلف ڪتابن مان اقتباس ڏجن ٿا جن مان اندازو ٿيندو ته اسانجو اهو صوفيانو ادب ڪيتري اهميت جو حامل آهي.

**شاهه شجاع ۽ سنڌ:** خليفي محمود 'المحبوبية المحموديه' ۾ شاهه شجاع افغانيءَ متعلق جيڪي لکيو آهي انهيءَ مان معلوم ڪري سگهجي ٿو ته سنڌ اندر غنيم جي اچڻ ڪيتري قدر امن ۽ اطمينان ۾ رخنو وڌو هو.

'در همان ايام شاه شجاع الملک بر ملک سنڌ بدهشت و مهابت لشکر کشيده، چنانکه در مردمان تفرقه عظيم بنظر مي آمد. عاقبت چونکه خوانان تالپر حاکمان سنڌ در مقابله او لشکر کشي نمودند بگرفتن اندک ماليات به بهانه خراج گيري کرده باز رفته -'[1]

**ترخانن جو اخلاق:** سياسي واقعات سان گڏ انهن ڪتابن ۾ ڪيترا اهڙا واقعا لکيا ويا آهن، جيڪي سنڌ جي ڪن اهم ماڻهن جي ذاتي اخلاق ۽ ڪردار تان پردو کڻن ٿا. اهڙا

---

1 ص ٤٣٢

واقعا تاريخ جي ڪتابن ۾ ملڻ ناممڪن آهن . مثلاً سنڌ جي ترخاني حاڪم ميرزا باقي ( متوفي ١٠٠١ هه ) متعلق ’ دليل الذاڪرين ‘ جو مؤلف لکي ٿو ته: هن مخدوم نوح جي روضي ۾ هڪ عورت کي هٿ وڌا هئا . ساڳيو مؤلف اهو به ڄاڻائي ٿو ته : انهيءَ وقت جي صوفيانه معاشري ۾ امرد پرستيءَ جو رواج - مجازي عشق جي سلسلي ۾ - تمام ڪثرت سان هو . اهڙي طرح ميرزا جانيءَ جي وفات ۽ ميرزا غازيءَ جي مسند نشينيءَ جو واقعو، ٺٽي جي مغل حاڪم شاد خان ۽ امير ابوالبقا جي سلسلي جا معاملا تاريخ لاءِ وڏي اهميت رکن ٿا. ٺٽي جي مغل حاڪم سيد بايزيد لاءِ لکي ٿو ته: هو حضرت سنتي جو ڏاڍو معتقد هو.

**نادر شاه جي ڪاه :** ’ فردوس العارفين ‘ جو صاحب خواجه ابوالمساڪين جي احوال ۾ لکي ٿو:

’ ـــ حضرت ابوالمساڪين ... عزم مڪه کرده اند . بعضي خواص سبب تعجيل پرسيد . فرمودند که : نور محمد عباسي بما اخلاص دارد، بلائي بر او نازل شده . از آن، ملک راگذاشتن مشورت است که تقدير بازگشت نخواهد شد . و بصورت بودنِ ما در سند، ملتجي ميشود و باز، سبب عدم حصولِ مرامش، بد عقيده ميگردد . و از بدئ عقيدت خوف سوئ خاتمه اش باشد . و آن بلا، کنايه از تفرقه نادريه است که واقع شده و حادثه قويه بوده ـــ ‘

**مدد خان جي ڪهل :** متعلق ساڳيو مؤلف لکي ٿو :

'— گفت ، در قحطی که بعد از تفرقہ مدد خان افغان
واقع شده بود و آن سخت ترین حوادث شمرده اند .
چنانچہ مردم یکدیگر را خورده اند . من مدتِ شش
ماه بوده ام دران خانقاه بی طعام —'

ساڳي مدد خان جي سلسلي ۾ 'صبح السبطين' جي صاحب
لکيو آهي :

'— و همدرین سال مدد افغان خراسانی بالشکر فراوان
آواره شده در ملک سند افتاد . و میران بر یکستان
گریخته رفتند و خراسانیان رعایائ سند را بانواع تاراج
و تعدی عاجز و تنگدست نموده بازگشتند. و این واقعہ
را - مدد جي پڳي[1] - گویند —'

**شجاع جي گهل :** جو ذڪر ڪندي 'فردوس العارفين' جو
مؤلف لکي ٿو :

'— در سنہ ۱۲۱۹ ھ شاه شجاع بہ سند فرود آمده،
مردم اوطان و اماکن گذاشتہ فراری شدند . حضرت
ایشان ( خواجہ محمد زمان ثانی ) نیز برسم جهان، دو
منزل از لنواری بیرون رفتہ اند ، و در مکان شریف
هرچہ از اسباب باقی مانده بود، بتاراج رفتہ . و اشیائ
روضهٔ منوره ، چون مرآت و قنادیل، هم ضایع شده —'

**انگريز ۽ سنڌ :** انهيءَ حادثي بعد مخدوم محمد زمان پڪن
سرن جو ڪوٽ ٺي ڪرايو، وقت جي سلطان ، مير غلام علي

[1] مدد جي ڪَٿهل ۾ چيو ويو ٿو .

خان کي شڪ جاڳيو ته مخدوم انگريزن جي چرچ تي اهو ڪوٽ ڪڍائي ٿو. مير غلام علي انهيءَ زماني ۾ پنهنجي پوٽي جي نسبت ڪڇ جي چاڙيجن مان ڪرائي هئي. ڪڇ ۾ انگريز موجود هئا، مير انهيءَ شڪ سببان پنهنجا ماڻهو موڪلي ڪوٽ ڍهرائي ڇڏيو. انهيءَ عمل تي مخدوم چيو:

'— در ما گمانیکه بستهٔ اند از سرکار انگریز، تهمت محض بر درویشان داشتهٔ. ترس از خدا نمی دارند. ناگاه خود بخود از خانه ایشان سرکار انگریز سر میکشد.

انگريزن جي سلسلي ۾ 'صبح السلطين' جو مؤلف لکي ٿو:

'— در سنه ۱۲۵۸ هه میران تالپر از هیبت انگریزان از خیرپور گریختند و با میران حیدرآبادی پیوستهٔ با انگریزان محاربه کردند و شکست خوردند. پس انگریزان میر نصیر خان وغیره حیدرآبادیان و میر رستم خان وغیره خیرپوریان را گرفتار کرده به پونه و ستاره فرستادند. ازان روز ملک سند بقبضهٔ سرکار انگریز آمد —'

ساڳيو مؤلف انهيءَ ضمن ۾ لکي ٿو:

'— از مولوی منثار مرحوم نقل است که: چون انگریزان از خراسان هزیمت یافته در سند وارد شدند، در آن حین حضرت صالح محمد (راڻي پوري) چنین بزبان راند که: خدا تعالیٰ مرا حکومت نصاري نه بیناد. و پس

همانطور واقع اش که انگریزان به تمامي ملک سند
هنوز متسلط نشده بودند که آن حضرت وفات یافت ـ'

**سيد احمد شهيد :** ساڳي ڪتاب ۾ سيد احمد شهيد جي سلسلي ۾ پڻ ڪي ٿي واقعا آهن . مخدوم محمد عابد محدث سنڌيءَ سيد احمد متعلق مخدوم ڪان ڪي سوال پڇيا آهن . اهڙيءَ طرح ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڪشمڪش جا به ڪيئي واقعا درج آهن .

**شاه لطيف :** ۽ مخدوم محمد زمان جي پاڻ ۾ ملاقات ۽ هڪ ٻئي سان بيتن جي ڏي وٺ پڻ انهيءَ ڪتاب جي ذريعي پهريون دفعو معلوم ٿي آهي .

**احمد شاه ابدالي :** ١١٦٧هه ۾ هندوستان تي فوج ڪشي ڪندي ڪهڙن وٽ اچي منزل انداز ٿيو . ان وقت سنڌ اندر جيڪا حالت پيدا ٿي، انجو تذڪرو 'مخاديم ڪهڙا' جي مؤلف هن ريت ڇڏيو آهي :

'ـ تمامي سند از هيبت تاب پادشاهی گريزان و فراري شده، ٿنبرهائ بسة بودند. و اين موضع کهڙه هم کلان ٿنبه شده بود . مردمان از هيبت بسيار بحضور حضرت مخدوم صاحب آمدند ـ'

**نادر شاهي لشڪر جا ڪلور :** نادر شاه جي لشڪرن سنڌ جو جيڪو حال ڪيو ان لاءِ ساڳيو مٿيون مؤلف لکي ٿو :

'ـ در وقت آمدن بادشاه نادر شاه ، بسبب هجوم

لشکر سلطانی سواران متفرق شده، در هر قریہ جات زد و برد میکردند . بیرون شہر ... یک دو سوار از هجوم لشکر ... مخدوم صاحب ( پریان لوئي) را گفتند : اے فقیر ! این بندگیاه ما برداشة بروا ... در همان هنگامہٴ عساکر، شخصی افغان از کس با زوری دختر حسینه بطور غصب گریختا نیده برده و لشکر عود نموده بولایت رفتند —'

مخدوم پريان لوئي جي سوانح نگار پڻ افغاني مظالمن جو ذڪر ڪندي اهڙي هڪ واقعي جو حال بيان ڪيو آهي، لکي ٿو :

' — دران قریه ظالمان افغانان غارتگران افتادند و شهر کلی بغارت آوردند ، و ازان دیهہ یکخانہ نگذاشتند . پس زن آن شخص کہ بغایت حسین و خوب و مرغوب القلوب بود ، آن هم کسی ظالم سیه و تیره دل برداشة بطرف ملک خود برده —'

**تيمور شاه افغان :** تيمور شاه جي لشڪرڪشي (١٢٠٣هه) جو ذڪر ڪندي 'تذڪرهٔ مخاديم کهڙا' جي مؤلف لکيو آهي :

' — لشکر بادشاه تیمور شاه بر پنجاب یورش نمود ، اهل سند تمام در بدر میگشتند و قحط سالی تمام روئ نمود —'

ساڳئي ڪتاب ۾ احمد شاه، تيمور شاه ، زمان شاه، شاه

محمود (١٢١٨ هه) ۽ شاه شجاع (١٢١٩ هه) جا ڪيترا فرمان ۽ پروانا درج آهن ، جن جو تعلق ڪهڙن جي مخدومن سان آهي ۽ انهيءَ دور جي انتظام تي روشني وجهن ٿا . ساڳئي ڪتاب ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور جي ٽالپر حڪمرانن جو جستہ جستہ احوال مليل ٿو . افغان بادشاهن ۽ سنڌ جي تعلق متعلق پڻ ڪتاب ۾ ڪافي معلومات آهي . هن ئي ڪتاب مان اهو پتو پوي ٿو تہ افغاني دؤر ۾ سنڌ اندر ڪهڙا ڪاردار هئا .

**ڪرڙيءَ واري جنگ :** 'صبح السبطين' جو مؤلف پٺاڻن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ ٿيل ڪرڙيءَ واريءَ جنگ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو :

> ' ـ در ١٢٤٩ هه جنگ کرڑی واقع شد کہ میران تالپور و سمندر خان افغان وزیر شجاع الملک بادشاه در سکر باهم بجنگ آمدند . آخر لشکر میران شکست خورده گریختند . بعضي از آنها در دریائ کرڑی غرق شدند و بعضی از دریا عبور نموده در لوهری رسیدند ـ'

**گهوٽڪيءَ واري جنگ :** 'صبح السبطين' جو صاحب مير محمد علي خان ۽ مير علي مراد جي جنگ جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو :

> ' ـ در آغاز خلافت آنجناب ( سید محمد مبارک ثاني گهوٽکی ) در شهر صفر ١٢٥٩ هه جنگ روهیلہ در شهر گهوٽکي واقع شد، کہ میر محمد علي خان ولد

مير مبارڪ خان مع بلوچان مسو واهي ۔ با لشکر مير
عليمراد خان ۔ ڪہ افغانان روهيلہ بودند ۔ جنگ کرد و
فتح يافت ۔ دريں محاربہ اکثر روهيلہ بقتل رسيدند
و بعضي مجروح شدند، تني چند امان يافتہ بطرف
خيرپور رجوع کردند۔ چون ميرعليمراد خان را خبر شد،
بشرط شنيدن مع لشکر جرار و توپچات از خيرپور حملہ
کرد ۔ در اثنائ راه وقتيکہ در پنہ عاقل رسيد فير
توپچات کنانيد ۔ بمجرد شنيدن آواز توپچات مير
محمد علي خان از ماتيلہ ۔ کہ درينجا فروکش بود ۔
بگريخت و از راه مير پور بہ تندہ نجابت خان رسيد و
ازينجا دريا عبور کرده بہ روجهان روانہ شد ۔'

**مولراج واري جنگ :** ساڳيو مؤلف لکي ٿو :

' ۔ نيز در ١٢٦٥ هہ جنگ ملتان واقع شد کہ انگريزان
با مولراج نواب ملتان ۔ کہ سرکشي کرده بود ۔ مجادلہ
نمودند ۔ و دريں محاربہ يک لک نفر از لشکريان
انگريزان مقتول گشت ۔ آخر بسازش ملتانيان، مولراج
بدست انگريزان مقيد شد ۔ اورا بطرف کلکتہ بردند ۔'

*　　　*　　　*

## سماجي واقعا

انهن ڪتابن ۾ ڪيترا سماجي ۽ معاشرتي واقعا پڻ اچي
ويا آهن، جن مان انهيءَ دور جي سنڌي معاشريءَ سماج جو
صورت حال معلوم ٿئي ٿو ۔ مثلاً 'گلشن اوليا' وارو هڪ
جاءِ تي لکي ٿو تہ : گروهري بزرگ هميشہ ڏڪو هٿ ۾

ڪٺندو هو . وڏا ماڻهو ۽ عالم ڪڻن تي وهندا هئا ، باقي ٻي مخلوق سندن سامهون پٽ تي وهندي هئي . ڪلهوڙا ٻين محصولن سان گڏ زمين تان مٽڪي وٺندا هئا . هڪ دفعي ڪنهن مذهبي مسئلي متعلق مناظرو ٿيو ، مخدوم محمد هاشم جي پٽ مخدوم عبداللطيف ٻيءَ جي ڪنهن قول جو حوالو ڏنو. مخدوم عبدالرحيم جوش ۾ اچي لڪر جو ڪنوڻرو عبداللطيف جي نراڙ تي هڻي ڪڍيو ، جنهن ڪري مخدوم عبداللطيف رتوچاڻ ٿي پيو. هڪ دفعي مخدوم عبدالرحيم گروهڙي نماز جي تڪبير هن طرح چئي :

مارئي نہ چائي! تہ مارو پون نہ مامري!
الله اڪبر !

* * *

## جغرافيائي معلومات

مٿي بيان ڪيل ڪتابن ۾ ڪيتري قيمتي جغرافيائي معلومات آهي . جيڪڏهن سيني ڪتابن مان انهيءَ قسم جا اطلاع ڪٺا ڪيا وڃن تہ سنڌ جا ڪيترا گمنام ۽ لاپتي تاريخي ڳوٺ نروار ٿي پون. جن تاريخي ڳوٺن جي جاءِ وقوع جو پاڪي پتو نٿو پوي انهن جو تعين ٿي وڃي ۽ سنڌ جون تاريخي جغرافيو گهڻي حد تائين سالم ٿي پوي . سنڌ جي تاريخ ۾ پاڪي وڏي ۾ وڏي دقت انهيءَ وقت در پيش اچي ٿي جنهن وقت ڪنهن ڳوٺ يا مقام جو نالو اچي ٿو ۽ خبر نٿي پوي تہ اهو ڪٿي ۽ ڪهڙي جاءِ تي هو .

مٿين ڪتابن اندر انهيءَ سلسلي ۾ نهايت مفيد ۽ قيمتي

معلومات آهي، مثلاً : 'جامع الفيوظات' ۾ هيٺين قسم جا اطلاع ملن ٿا :

١) مکان جانري دهي از دهات خطه، بطرف ديهه سوکهه پور که از دهات لاکهات برکنار مبارک واه .

٢) کيبرکه دهيست از دهات هاله کندی .

٣) تنده قيصر فقير نظاماني ديهه بهيڏيه از دهات پرگنه چاکر هالـه .

٤) ديهه جکيجي دهيست از امام واه در پرگنه دکه .

٥) ديهه عليپور دهيست برکنار کولي از دهات پرگنه چاچکان.

٦) ديهه ٺري که در پرگنه روپاه هست .

رساله 'گلشن اوليا' ۾ هيٺين جغرافيائي معلومات آهي:

٧) ديهه کيبرائي چاکر هالي پرڳڻي ۾ هئي .

٨) پراڻ کان ولي کوچي تائين رستو واريا سو هو . عليپور ۾ مسجد چاکر هئي جتي اوليا' اچي رهندا هئا .

٩) باڙی در پرگنه بهرام پور .

١٠) فتح پور دهيست در پرگنه ڏڪ

١١) ديهه هنگوره از دهات پرگنه چاکر هاله .

١٢) کاتيار ديهه در پرگنه چاکر هاله .

١٣) بهوبه ( پوڦو ) دهسيت در پرگنه بدين و به مسافت يک ميل جانب مشرق شهر بدين .

١٤) تلهار دهسيت در پرگنه چاچکان.

١٥) مقبره خسرو محموداني عليه رحمة ـ کولاب اکڙي .

١٦) راهو در پرگنه ڏک .
١٨) ڪيبرائي در پرگنه چاڪر هاله .

*　　　*　　　*

## ادبي معلومات

انهن ڪتابن ۾ مٿين قسم جي تاريخي مواد کان علاوه ادبي معلومات جا به خزانا موجود آهن، جيڪي اسانجي ادبي تاريخ کي مالا مال ڪري ڇڏين ٿا. ادبي تاريخ لکڻي هجي يا پنهنجي ڪلاسيڪي شاعرن جو ڪلام مرتب ڪرڻو هجي، صوفيانه لٽريچر هر حالت ۾ اهم ترين ماخذ جو ڪم ڏئي سگهي ٿو. ڪيترن نون شاعرن جا بيت ملن ٿا، ۽ مشهور شاعرن جا ڪيترا اهڙا بيت آهن جيڪي سندن مطبوعه يا متداول ديوانن ۾ موجود ڪونه آهن. اهڙيءَ ريت پيا ڪيترا اهڃاڻ منجهان معلوم ڪري سگهجن ٿا. هن هيٺ مثال طور ڪي بيت ڏيون ٿا، جن مان اهميت جو بخوبي اندازو ٿي سگهندو.

**قديم سنڌي شعر**: هن وقت تائين ڏهين صدي کان پهرين جو ڪو به سنڌي شعر پاڻ کي ڪونه ملي سگهيو آهي. سيد محمد مڪي بکري جي فرزند سيد بدرالدين جو هيٺيون شعر 'شجره' سادات'[1] ۾ آيو آهي، في الحال اهو قديم ترين شعر چئي سگهجي ٿو:

ڪٿين تسان هارئين، مريـن تـه وڃيـن واءِ!
پنهي منجهون هڪڙي، چڱين نه ٿئي ڪاءِ!

**هندي فقرو**: مخدوم پريان لوئي جي سوانح ۾ ڪيترا هندي

---

[1] ڏسو مقدمه صفحه ٣٨

فقرا آيل آهن جن مان ظاهر آهي ته ١٢ صدي هجري ۾ سنڌ اندر اها ٻولي سمجهي ويندي هئي . مثلاً هي فقرو : — هندو کے پاس مت جاوے اسکی نیت اسکی مراد .

**غير معروف بيت** : هن هيٺ غير معروف شاعرن جا بيت ۽ ڪن معروف شاعرن جا غير معروف بيت نمونتاً ڏجن ٿا . انهيءَ قسم جي ادبي مواد ڪٺي ڪرڻ لاءِ تصوف ۽ سوانحي ڪتابن جو مفصل مطالعو نهايت ضروري آهي .

**مخدوم پريان لوئي :**

ڪُهنو اٿم ڪوڙو ، سَنّين؟ ڪين سهي
نظر ڪريو مهر جي ، تنهن تان مَرُ لهي
اجاريوس اهوي ، پراٺو پرتو اٿئي

---

ڀوکيم سرنهه ، ٿي ڀيو ڄاڻيو
اهو اولانيو ، مونکي آيو نيهه جو[1]

**سالڪ مجذوب والده حاجي ابراهيم :**

وَسين تا وسُ ، عالم لڳوئي آسري
هاڻي ڪيمَ ترسُ ، جو سُڌون موڻي آئيون

'المحبوبية المحموديه' منجهان هيٺيان بيت مختلف بزرگن جي نالي منسوب ملن ٿا .

**پير محمد راشد :**

جيءُ جانيءَ کي ڏي ، نه ته موت ۾ نينڌئي جيءُ کي
اهو تاڪر انصاف ، هو ڇنگون ڪري!

---

[1] تذڪرو مخدوم صاحب

ٽُڙُ وٽي ٽانهر ڪر ، ناحق ڏارَ مَ ڏار
لڳي ترھ لامن جي ، ٻورا مَن مَ ٻور
سوئي صاحبُ سور ، جنهن ڏي عالم آسرو

---

**خيرالدين شاھ ٻراڙي سکر وارو :**

نہ ڪعبو ، نہ تون قبلو ، نہ رهيو سجود
جنهن وڃايو وجود ، تهلاء سائر کڏ ٿي

---

ڪوھ ڪريندا قبلو ، جن سڃاتو سبحان
پرين اسين پاڻ ، سجدا ڪريون ڪنهن کي[1]

---

**مراد فقير زنگيجو :**

نين سوداگر ، سودا دلبر    عشق دلال ڪيتوسي
سير سرواھ سيو وچ سودي    تن من نال ڏتوسي
مليا دوست ستي دلگيري    سودا ساب پيوسي
ہر رب سبب مراد ڪيتا    ڪک دا لک ڪِڏوسي

**ماموئي جو بيت :**

لڱند ين لاڙان ، سونچو ٽيو سري ہر[2]

ڪيترا بيت اهڙا اچن ٿا جن جي مصنف جو نالو ڄاڻايل ڪونہ آهي . مثلاً هيٺيان بيت :

---

[1] جامع الفيوضات ٣٧٦ [2] ,, ٣٢١

جنهنکي جيائين، ورين پاڻ پسائين
تنهنکي تيائين، ليا پاڻ آئيا [1]

---

پلي ڪنهي پورن، جي واس ولڻ آيا
تنين کي ڪورن، ڏنا هنڌ هيانءَ ۾ [2]

---

گهورون ڏا گهورن، ور پلوَ جهلينديڙ ڪونهي [3]

---

پڙهيو سڀ وسار، وسريو الف ياد ڪر [4]

---

جان جان جوڻ پسن، جنهين لئي جوکي ٿيا
تان تان ڪاپڙين، وَرِهَ وهامي راتڙي [5]

---

صلواة سا پڙهان، جا درماندن کي دارون [6]

---

پانهي وڃي جنڊ تي، سائين سڏ ڪيوس
الو جنڊ پيوس، چــَرِهَ چلندي آئـي [7]

---

[1] جامع الفيوضات ۱۴۳ [2] ,, ۱۵۹ [3] ,, ۱۷۲ [4] ,, ۱۷۱
[5] ,, ۱۷۳ [6] ,, ۱۹۷ [7] ,, ۳۲۲

عشق آڪار يَس جيڏيون، پَدرَ ٿي پياس
اهڙي تا نه هياس، پر سترُ سُڪ وڃائيو[1]

---

صائم سيڪي جن، آذن جي آوازکي
مُن تن آهي تين، سڪايو کي سڄڻين[2]

---

ڊاهيون بيٺو ڊاهه، متان ڊاهه وسارئين
ڪِچي ڏئي باهه، پرين نيندئي پاڻ سين[3]

---

خبرون ڏيندئي کهڙيون، لس ليون لاٽا[4]

---

آکم ڪيو اچن، سڄڻ سانوڻ مينهن جا
پامي تن وسن، جي سپ چماندر سکيا[5]

انهن ڪتابن ۾ شاه ڪريم، شاه عنايت رضوي، شاه لطيف، ۽ عبدالرحيم گروهري جا ڪيئي بيت ملن ٿا، جن منجهان ممڪن آهي ڪي نوان يا مختلف هجن ۽ سندن ڪلام جي تصحيح ۽ اضافي ۾ ڪتب اچن.

غرض ته، اهڙي ريت سنڌ جو اهو صوفيانو ۽ مذهبي

---

[1] جامع ٣٢٤ [2] جامع ٣٢٨ [3] جامع ٣٤١ [4] جامع ٣٤٨
[5] جامع ٤٠٠

لٽريچر ، اصلي مقصد کان علاوه ڪيترن ئي مسئلن لاءِ به قيمتي معلومات جو حامل آهي ۽ مختلف علمي مسئلن لاءِ اهم ماخذ ٿي سگهي ٿو .

*　　　*　　　*

## حديقة الاولياء

هن تذڪري جو حوالو مقدمہ جي شروع ۾ آيل آهي ۽ ايندڙ صفحن ۾ متن اچي رهيو آهي . هيئين سٽن ۾ تذڪري ۽ انجي مؤلف جو تعارف ڪرايو وڃي ٿو .

### مؤلف ۽ سندس خاندان :

مؤلف سيد عبدالقادر جي سلسلي ۾ معلومات نهايت محدود آهي . پاڻ ڪجهہ ڪو نہ لکيو اٿس ، فقط مير علي شير قانع جي ٻن ڪتابن ۾ سندس متعلق چند سٽون پاڻ کي ملن ٿيون . تحفة الڪرام ۾ ٺٽي جي متفرق ساداتن جي عنوان هيٺ لکي ٿو :

> سيد محمد الحسيني : بر اصل موطن این بزرگ اطلاعی دست نداده و جز اسامی مذکور از مخلفاتش اطلاعی و وقوفی نہ ، همانا نامی وقت خود است .
>
> پسرش سيد محمد هاشم معاصر عهد ميرزا جانی بيگ ترخان است ، در مدح ميرزا مذکور قصائد غرا دارد . و از مؤلفاتش نسخهٔ — سير السلاطين — کہ بغايت خوب گفته وبنام ميرزا جانی کرده ، يادگار .

سيد عبدالقادر ولد سيد محمد هاشم مذكور
نامدار وقت خود بوده . ـ رسالہ حديقۃ الاوليا ـ
ذكر بزرگان سند ازو مخلف ـ '' [1]

مقالات الشعراءُ ۾ محمد هاشم جي متعلق ساڳي عبارت درج ٿيل آهي ، جنهن بعد ميرزا جانيءَ لاءِ سندس چيل قصيدي جا هيٺيان شعر نموناً ڏنا ويا آهن .

اي بر درِ رفيعت كيوان كمينه دربان
وی حارسِ حريمت باشد سپهر گردان
از طبع فيض بخشت دريا خجل بصد رو
وز دست دُرّ فشانت شرمنده ابر نيسان
گلبانگِ همتِ تو، بگرفت ربع مسكون
صيتِ سخاءِ جودت ، گشتہ محيط كيهان
معجزنماست آمحت، همچون عصاءِ موسیٰ
كشوركشاست تيغت، چون تيغ شاهمردان
بر قتل دشمنِ دين ، تيغت دليل قاطع
بر كسرِ اهلِ بدعت، رمحِ تو هست برهان [2]

عبدالقادر جي لاءِ پڻ تحفة الكرام ۾ مٿي ڄاڻايل عبارت لکي سندس اهي بيت نموناً ڏنا اٿائين جيڪي هن خسرو چرڪس لاءِ حديقي جي ديباچي ۾ ڏنا آهن. انهن ڄاڻايل

1 تحفتہ الكرام خطي ١٨٣ ب
2 مقالات ص ٨٤٣

عبارتن منجهان فقط هيترو ظاهر ٿئي ٿو ته سيد محمد جي اصل نسل ۽ وطن جي خبر مير قانع کي به ڪانه پئجي سگهي. سندس پٽ محمد هاشم ميرزا جاني بيگ جي دور (٩٩٣-١٠٠٨) جو شاعر ۽ مصنف هو. قصيدي چوڻ ۾ ڀرڪ هو ۽ - سيرالسلاطين - ڪتاب - جيڪو هن جاني بيگ جي نالي معنون ڪيو هو - سو پڻ 'بغايت خوب' هو. مير قانع اهو ڪتاب ڏٺو هو، ليڪن پوءِ انجو نسخو زماني جي اٿل پٿل ۾ اهڙيءَ ريت غائب ٿي ويو جو هن وقت ڪٿي ان جو موجود هجڻ معلوم نه آهي. نالي منجهان پاڻنجي ائين پيو ته ڪتاب جو مضمون نظام الملڪ جي — سياست نامه — جهڙو هجڻ گهرجي.

سيد عبدالقادر نثر نويس ۽ شاعر هو. نثر ۾ سندس ڪتاب - حديقة الاوليا - پاڻوٺ موجود آهي ۽ نظم جا فقط اهي نمونا باقي بچيا جيڪي هن مذڪوره ڪتاب جي ديباچي ۾ مثال طور آندا آهن. مثلاً:

(١) جمال صورت معنی، کمال دین و دول
نهالِ دولت و جاه و گلِ حدیقهٔ جان

—

(٢) از فیض نشاء کرمِ اوِ جهانیان
با مایهٔ نشاط و طرب، همدم و ندیم

يا اهي اشعار جيڪي هن قلندر لعل شهباز، پير پٺي، شيخ

جئي ، پير مراد ۽ سيد علي شيرازي جي شرح حال ۾ درج
ڪيا آهن يا شاه جميل گرناري[3] جي مدح ۾ چيا اٿائين[1].

**حديقة الاوليا** ۾ ڪٿي به پنهنجي ذاتي يا خانداني
احوال جو اشارو ڪونه ڪيو اٿائين . ڪتاب مان فقط ايترو
ظاهر ٿئي ٿو ته سيد موصوف جو طبعي لاڙو — پنهنجي ممدوح
**خسرو چرڪس** جيئن — مشائخن بزرگن ۽ صوفين ڏانهن
تمام گهڻو هو ۽ وقت بوقت بزرگن جي صحبت ۾ ويندو رهندو
هو . ڪتاب ۾ هيٺين بزرگن سان پنهنجي ملاقات جو
مذڪور ڪيو اٿائين .

١) **درويش رڪن الدين** جي هم صحبتين سان سندس
ملاقاتون ٿينديون هيون جن کان ڪتاب ۾ روايتون نقل ڪيون
اٿس[2].

٢) **شيخ ٻرڳي ويرداس** جي خدمت ۾ مؤلف پاڻ
وڃي حاضر ٿيو :

'— مؤلف اين ڪتاب، نيز بشرف ملازمتِ ايشان مشرف
گشة بود . در آن اثنا بيتي سندی متصوفانه بالحان
ميخواند . در دل فقير گذشت که: آيا اين بيت از اوست
يا از ديگر؟. بمجرد قطور اين معنی، رو بجانب فقير
آورده گفت: اين بيت از اسحاق آهنگر است!. و چند
چيز ديگر در ضميرم گذرانيدم ، هر کدام را جواب

---

[1] متن الدر پين ڪن سوانحن ۾ پڻ متفرق بيت آهل آهن .

[2] متن ص ١٥٧

شافي داد ـ '[1]

٣) مخدوم نوح هالائي سان سندس صحبتون هيون ، ۽ ڪائنس سڌيون روايتون درج ڪيون اٿس . مثلاً لکي ٿو :

' ـ فقير شنيد از مخدوم نوح کہ: مردم ديار ِ ما گفتند کہ : فلان از مہتر خضر عليہ‌السلام تعليم يافتہ! فاما بفضل ِ خداي تعالي بارها مرا گفتہ است : تو امام شو تا نماز پس ِ تو بگذارم! . فقير گفت : ترا نبي نيز گويند تو پيش شو !.[2]

مخدوم نوح جو پنهنجي مختلف احبابن جي ڪري، ٺٽي اچڻ وڃڻ گهڻو ٿيندو هو ، پائنجي ٿو مخدوم صاحب ۽ انجي مريدن سان سندس گهڻي قدر چاڻ سڃاڻ هئي . جڏهن مخدوم جو انتقال ٿيو تہ پاڻ تاريخ چيائين :

شيخي بنوح بود ـــ ٩٩٨ هہ

نـــالـــيـــفـــات :

حديقۃ الاوليا ۽ نظم جي چند نمونن کان علاوه ، مؤلف شاه جميل گرناري جي سوانح ۾ پڻ چند ورقن جو هڪ رسالو لکيو آهي جيڪو حديقي جي آخر ۾ ڇاپي رهيا آهيون ۽ جنهن جو تعارف جدا سرخيءَ تحت اچي رهيو آهي .

**حديقۃ الاوليا :** هن وقت تائين جي اطلاع مطابق ، پهريون تذڪرو ڏهين صديءَ جي آخري چوٿائيءَ ۾ علامہ قاضي محمود ٺٽويءَ مرتب ڪيو ، جيڪو هن وقت تائين هٿ

---

[1] متن ص ٢٣٢ [2] متن ص ١٣٧

اچي ڪونہ سگهيو آهي ۽ شايد هميشہ لاءِ گم ٿي چڪو آهي.
ان کانپوءِ ٻيو تذڪرو آهي - **حديقةالاوليا** - جيڪو ٻارهين
صديءَ جي پڇاڙي ۾ تاليف ٿيو. جيسين علامه محمود
وارو تذڪروگم آهي يا ڪنهن قديم تذڪري جو حوالو
ڪونہ مليو آهي، تيسين - **حديقةالاوليا** - گويا سنڌي بزرگن ۽
مشائخن جي سوانح تي پهريون ۽ قديم تذڪرو شمار ڪيو ويندو.

**تاليف جو سال:** مؤلف جو بيان آهي تہ : هن سچن
راوين ۽ قابل اعتماد معاصرن کان مشائخن ۽ بزرگن متعلق
روايتون ڇڳي ڪري پنهنجي تحقيق ۽ ڇاڻ سان مطابقت
بعد هڪ سال صرف ڪري ۱۰۱۶ ھ ۾ تذڪرو لکي ختم
ڪيو.

'- در مدت يک سال کامل ، از ثقات اين ديار و
روات صداقت شعار ، نقل چند از مشائخ ارجمند کہ
متحقق گشتة و بصحت پيوسة ، درين مجموعہ مندرج
ساخة -' [1]

ڪتاب جي آخر ۾ تاليف جو سال هيٺين شعر ۾ ڏنو ويو
آهي.

رسيد اين نامه در حد تناهی
ز هجرت بود الف و شانزده سال

**انتساب ۽ خسرو چرڪس:** سيد عبدالقادر ڪتاب کي،
پنهنجي زماني ۽ ترخاني دور جي امير ڪبير ، **امير خسرو**

---

[1] مقدمہ ڪتاب ص ۱۱

جي ناليِ معنون ڪيو آهي ۽ منتسب ڪندي سندس مدح ۽ خاصيتن جي تعريف ۾ طويل عبارت لکي اٿس .

امير خسرو ميرزا جاني بيگ جي دور کان سلطنتي ڪمن ۾ نمايان حصو وٺڻ لڳو ، مغلن واريءَ جنگ ۾ جوانمرديءَ سان وڙهيو ، جڏهن ميرزا جاني بيگ هندستان ويو ته خان خانان کيس به ساڻ ورتيون هليو . درٻار ۾ سنڌ جو مسئلو جڏهن طئي ٿيو ان وقت خسرو اڪبر کان انعام اڪرام حاصل ڪري ، ميرزا غازي جو سنڀاليندڙ ۽ ملڪي ڪاروبار جو مهندار مقرر ٿي پٺتي موٽيو . ميرزا غازي پيءُ جي وفات ( ١٠٠٩ ھ ) بعد جڏهن ١٠١٣ھ ۾ شاهي دربار ۾ حاضري ڏيڻ لاءِ هندستان هليو ، ان وقت ملڪ جو سڄو ڪاروبار خسرو جي سپرد ڪري ويو . جنهن سال ـ حديقة الاوليا ـ تاليف (١٠١٦ھ) ٿيو ، ميرزا غازي ترخان قنڌار تي لشڪرڪشي ڪري ويو هو ۽ پٺيانس سنڌ ، ڪاملاً خسرو چرڪس جي حوالي هئي . پنهنجي انهيءَ ايالت جي دورکي - جيڪو ميرزا غازيءَ جي وفات (١٠٢١ھ) تائين هليو - هُن ايتري حد تائين خودمختارانه رنگ ڏئي ڇڏيو جو ميرزا کي قنڌار مان ويٺي ڪائنس قبضي ڇڏائڻ لاءِ سوين جتن ڪرڻا پيا . سندس اها خود مختارانه حيثيت ۽ قبضو ميرزا جي وفات کانپوءِ به اوستائين برابر قائم رهيو جوسين هندوستان مان جهانگير بادشاه جي ڪارندن پهچي کيس گرفتار ڪري هندوستان ( ١٠٢٢ھ ) اماڻيو.[1]

---

[1] ڏسو راقم جو ڪتاب ' ميرزا غازى اور اسکى بزم ادب '

امير موصوف حڪومتي ۽ ملڪي ڪاروبار ۾ نهايت هوشيار ۽ اعليٰ پايہ جو منتظم ۽ حاڪم هو. ديني لحاظ سان پڻ متدين متقي ۽ خدا پرست هو. مشائخن سان عقيدت، الله وارن ڏانهن رغبت ۽ خير خيرات طرف ڏاڍو لاڙو هيس. مسجدون ۽ مسافرخانا ٺهرائڻ، تلاءَ ۽ کوه کوٽائڻ، پليون ۽ رستا جوڙائڻ سندس رات ڏينهن جو مشغلو هو. اهي ۽ انهيءَ قسم جا پيا ڪيترا رفاهي ڪم ڪيائين جن جو تعداد بقول مير علي شير قانع ٽي سؤ سٺ تائين وڃي پهتو هو. حڪمرانيءَ جي انداز رفاهي ڪمن جي ڪثرت ۽ پين خيرخيراتن سبب هو سنڌ اندر نهايت مقبول هو. شيخ فريد بکري جو قول آهي تہ:

'- او سوصوف بصفات حسنه بود. اولا زاهد عابد متدين فقير دوست و سخی بيدريغ بود. سوال هيچ کس را اصلاً رد نہ نموده -'

ساڳيو مصنف لکي ٿو تہ: جيڪڏهن حاڪم ٿيڻ چاهي ها تہ ماڻهو سندس سرداريءَ کي اکين تي رکي قبول ڪن ها:

'- حسن سلوک بمرتبہ داشت کہ اگر دعویٰ سرداری ميکرد، مردم بطوع و رغبت سرداریٔ اورا قبول ميکردند و ميرزا غازی را از ميان بر ميداشتند -'[1]

مير قانع لکيو آهي تہ: سنڌ اندر جهڙس صاحبِ خير پيو ڪونہ ٿيو:

'- صاحبِ خير و توفيق مثلش کسي درين زمين

---

[1] 'ذخيرة الخوانين' ص ١٦٣

برنخاسة . آثاری کہ ازو در سند ماندند ، احدی از ملوک و امرا بر عشرش موفق نشده ـ '

امير خسرو جي مزاج ۾ مشائخ پرستيءَ واري لاڙي جو اندازو انهيءَ منجهان بہ ڪري سگهجي ٿو جو هن پنهنجي هڪ نياڻي شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جي ڏهٽاڻ شيخ ڪالي قريشيءَ جي نڪاح ۾ ڏني .

ديني رجحان، مذهبي لاڙو، مشائخن ۽ بزرگن سان عقيدت، اهي سڀ آهي اسباب هئا جن **سيد عبدالقادر** کان سنڌي اوليائن جو زير بحث تذڪرو معنون ڪرايو . نہ فقط اهو بلڪ تذڪري جي ابتدا بہ هن شيخ بهاءُالدين ملتانيءَ جي احوال سان ڪئي آهي ، نہ فقط هن ڪري تہ :

'ـــ سلسلۂ ارادت و فرقۂ جميع مشائخ سند و اکثر هند بہ حضرت غوث‌العالم انتظام می یابد ـــ '

بلڪ هن ڪري بہ جو خسرو جي مائٽي شيخ ڪالي قريشيءَ سان هئي ۽ انهيءَ رشتي سبب خسرو جي رغبت شيخ بهاءُالدين ذڪريا طرف گهڻي هئي .

بهرحال جنهن وقت مؤلف ( ١٠١٦ ھ ) خسرو جي نالي پنهنجو ڪتاب معنون ڪيو ، ان وقت هر لحاظ سان بلڪ دنياداريءَ جي نظر کان بہ سنڌ اندر فقط خسرو ئي انهيءَ اعزاز جو مستحق ۽ انهيءَ انتساب لاءِ موزون هو . سنڌ جو والي ميرزا غازي وطن کان ڏور هو ، سندس خاندان ڪم و بيش سنڌ مان

ختم ٿي چڪو هو ، ترخاني امير سپيٺي خسرو جي زير اثر ۽ سڌيءَ طرح سندس ماتحت هئا . انهيءَ وقت سنڌ اندر خسرو جي تنها ذات هئي جيڪا دنيوي لحاظ سان پنهنجي پوري عروج تي هئي . **سيد عبدالقادر** معنون ڪندي خسرو جي سلسلي ۾ جيڪا عبارت آرائي ڪئي آهي اها پڻ انهيءَ ڳالهه جي شاهد آهي ته مؤلف مذهبي لاڙي کان وڌيڪ خسرو جي دنيوي اقتدار کان متاثر هو .[1]

**ماخذ:** جيئن **سيد عبدالقادر** پاڻ لکيو آهي، تذڪري جي سموري مواد جو انحصار هُن معاصرن جي تحقيق شده روايتن ۽ پروسي جهڙن راوين جي قول ۽ پنهنجي اکين ڏٺي واقعن تي رکيو آهي . چونڪه سنڌ اندر علامه محمود جي تذڪري کان سواءِ اوليائن جي احوال ۾ ٻيو ڪوبه ڪتاب لکيل ڪونه هو تنهن ڪري هن کي انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونه هو . ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته شايد انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ علامه محمود جي تذڪري کان به ڪم ورتي نه سگهيو آهي جيتوڻيڪ علامه موصوف سندس ابتدائي دور جو نويسندو هو .

**حديقة الاوليا** ۾ چند ڪتابن جا نالا ملن ٿا جن مان مؤلف مدد ورتي آهي . هڪ مولانا جاميءَ جو **نفحات الانس**، جنهن مان **شيخ بهاءُالدين ملتاني** لاءِ هڪ مختصر روايت ورتل آهي ۽ ٻيو **شيخ صدرالدين قتال** ( عارف ٦٨٤ هه )

[1] خسرو جي مفصل سوانح ڏسو مڪلي نامه ( ص ١٩٥ کان ص ٢٣٢ )

جي سلسلي ۾ امير سادات حسيني ؛ جو **كنزالرموز** پيش نظر رکيو ويو آهي .

ٽيون ڪتاب آهي **تاريخ همايون** يا **تاريخ همايوني** جنهن مان سلطان محمد تغلق متعلق احوال ورتل آهي . اها تاريخ همايون يا تاريخ همايوني جيڪڏهن اها عمومي تاريخ ابراهيمي ( يا تاريخ همايوني ) نه آهي جيڪا ( ٩٥٦-٩٥٧هه ) ۾ لکي وئي ۽ جنهنجو ذڪر اسٽوريءَ ( ص ١١٣ ۽ ص ١٢٣٩ ) ڪيو آهي ته پوءِ سمجهڻ گهرجي ته **برنيءَ** واري تاريخ

مخدوم نوح هالائي - درويش وهيو - درويش راڄو - سيته دل - **فيروزشاهيءَ** کي **حديقة الاوليا** جي مؤلف، **تاريخ همايوني** سڏيو آهي .

اهڙيءَ طرح مخدوم نوح هالائي جي احوال ۾ **فقير بهاءُالدين گوڏڙيءَ** جي نوشتي مان پڻ استفادو ڪيو ويو آهي.

**سنڌي ادب ۽ حديقة الاوليا :** هي ڪتاب سنڌي

---

[1] حسين بن عالم بن ابي الحسين ڪزيوي هراتي ، ( متوفي ١٦ شوال ٧١٨ هه ) پنهنجي دور جو صوفي ۽ صالح بزرگ هو . شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتانيءَ جو مريد هو — ڪنزالرموز — ۾ هن شيخ ذڪريا ۽ پنس صدرالدين عارف جا حالات منظوم ڪيا آهن . سندس پيون تصنيفون آهن — نزهت الا رواح — صراط مستقيم — طرب المجالس — زادالمسافرين — سوالات و گلشن راز — ديوان — الارواح — سندس احوال نفحات الانس تذڪره دولت شاه ۽ تاريخ فرشة وغيره ۾ ملي ٿو .

بزم صوفيا ۾ سندس حالات موجود آهن ( ١٧١-١٧٩ ) ۽ ڏسو مقاله ' مير حسيني سادات هراتي و هفت گنج ' از دڪتر فروغ حڪمت مطبوعه مجله راهنماي ڪتاب تهران پائيز ١٣٤٣ شمسي .

ادب جي تاريخ لاءِ بہ بنيادي ۽ قديمي ماخذ جي حيثيت رکي ٿو. قديم شاعرن ۽ سندن سنڌي شعر متعلق پاڻوٽ حوالا ۽ ماخذ ڪونہ آهن. جستہ جستہ جن قديم ڪتابن ۽ تذڪرن ۾ مذڪور ۽ ڏس پتا ملن ٿا انهن مان هڪ ـ **حديقتہ الاوليا** ـ بہ شمار ٿئي ٿو. منجهس سنڌي شعر متعلق ڪي اهڃاڻ ۽ حوالا آيل آهن، جن اسان جي تاريخ جون چند ڪڙيون ملائي ڇڏيون آهن. مثلاً:

١) شيخ حماد جمالي ڄام تماچيءَ جي سلسلي ۾ هي سنڌي بيت فرمايو:

جوڻون، مت اوڻو، ڄام تماچي آءِ
سہاڄهي ڀاڄهہ ڀيئي، توسين لڱو راءِ [1]

٢) درويش نوح ڪيهرائي ڄام صلاح الدين ۽ ڄام تماچيءَ جي لانگهاڻو ٿيڻ وقت هيٺيون بيت چيو:

جوڻون وڃين جهوري ماريو
ڄام تماچي شهرين چاڙهيو [2]

٣) ٻرٿي ويرداس جي زبانيءَ ڪتاب جي مؤلف اسحاق آهنگر جا شعر ٻڌا [3]

٤) راڄي سيد دل جي احوال ۾ آهي تہ: درويش ڪي جڏهن ڪو معاملو درپيش ايندو هو تہ پيهي موقعي جي لحاظ

---

[1] متن ص ٥٣ [2] متن ص ٥٦ [3] متن ص ٢٣٢

سان آواز ۽ الحان ۾ سنڌي بيت ڳائي انهيءَ مسئلي متعلق حل پڌائيندو هو.[1]

اهي سيئي اهڃاڻ قاضي قاضن جي دور ۽ ان کان اڳ نائين صديءَ هجريءَ جا آهن.

**واقعاتي انداز:** سيد عبدالقادر اگرچه دعويٰ ڪئي آهي ته: هن واقعات سچن راوين ۽ سنجيده معاصرين کان تحقيق ڪرڻ بعد، پنهنجي تذڪري ۾ درج ڪيا آهن. ليڪن ڏسڻ ۾ اچيتو ته هُن، تذڪرن جو عام ۽ پراڻو روايتي انداز اختيار ڪيو آهي. زندگيءَ سان تعلق رکندڙ حقيقتون - جن جي ذريعي بزرگن جي شخصيت ۽ ڪردار ظاهر ٿئي - گهٽ بلڪ مفقود، انجي بجاءِ ڪاني ڪرامت جي دور از قياس قصن ۽ داستانن تي زياده زور ڏنو اٿس. تقريباً هر بزرگ جي احوال ۾ ڪرامتون اعجاز ۽ عجائبات بيان ڪيا ويا آهن. شخصيت جي اهميت ۽ ولايت جو سچو دارومدار اهڙن ڪمزور ڪهاڻين ۽ جادوگرانه ڳالهين تي رکيو ويو آهي. بعض ڪرامتون انهيءَ حد تائين مضحڪه خيز آهن، جن کي پڙهڻ سان خود انهيءَ بزرگ جي شخصيت تي حرف اچي ٿو. مثلاً:

درويش ابراهيم جي سوانح ۾ لکيو ويو آهي ته: بزرگ طعام نه کائيندو هو، سندس خدمتگارن خيال ڪيو ته اهڙيءَ حالت ۾ قضا حاجت لاءِ وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت اٿس.

---

[1] متن ١٦٦

هڪ ڏينهن ڪاڪوس ۾ وچي ڏٺائون ته ٻه سفيد آنا پيا آهن جن ۾ مشڪ ۽ ڪافورڪان وڌ ڪٿوري آهي . خدمتگارن ٻئي آنا تبرڪ لاءِ کڻي پنهنجي پڳ ۾ رکي ڇڏيا .[1]

اهڙيءَ طرح قاضي صدو جي سوانح ۾ آهي ته: هن سميجن مان سگ ورتو، سميجن ۾ رواج آهي ته شاديءَ جي موقعي تي ڇانئي سان چرچا پوڳ ڪندا آهن . دستور مطابق سميجائين شاديءَ رات درويش سان چرچا ۽ مسخريون ڪرڻ شروع ڪيا . درويش تنگ ٿي فرمايو: هي ته ڪي گڏهيون آهن ! . درويش جي ايتري چوڻ تي عورتن جي صورت مسخ ٿي وئي ۽ گڏهين جيان هينگان ڪرڻ شروع ڪري ڏنائون . صورتحال جڏهن خراب ٿي ويو، تڏهن عورتن جي مڙسن ميڙيون منٿون ڪري درويش کي پرچايو ۽ مسين مسين راضي ٿي درويش عورتن جي صورت کي پنهنجي ٻئي گفتي سان بدلايو.[2]

انهيءَ قسم جون بي معنيٰ ڪرامتون ۽ اهڙيءَ ريت عقل ۽ دانش ۾ نه ايندڙ داستان ۽ هيبتناڪ افسانا، ڪتاب ۾ عام جام موجود آهن، جن جو حقيقت ۾ بزرگن سان ڪو تعلق ڪونه آهي بلڪ ڳالهه کي ڳالهوڙو بنائڻ لاءِ عوام ويهي انهن قصن کي گهڙيو آهي .

وليءَ سڳورا ۽ خدا جا اهي برگزيدا ٻانها، عام مخلوق جي سڌاري واڌاري ۽ انهن کي الله سان لئون لڳارائڻ لاءِ هوندا

---

[1] متن ٢٠۴    [2] متن ٢١٥

آهن ۔ حسن عمل ، حسن ڪردار ، مست محبت ، ڀاجهه ۽ سڀاجهائي جو مظهر ڏيندا آهن ۔ غلط رستي تي هلندڙ امت کي ، هو پنهنجي روحانيت جي رحماني اثر سان ، سڌين راه تي لائيندا آهن ۔ نوڙت ، نهٺائي ، حسن سلوڪ ، مٺو ڳالهائڻ ، سٺو هلڻ ، زندگيءَ جي رهت سهت ۾ سنوت ۽ سڌائي ، صبر خواه تحمل ، سندن طريقه' تبليغ جا عام ۽ بنيادي اصول آهن۔ ـ انهيءَ جي مخالف ـــ حديقتہ الاوليا ـــ جي مؤلف پنهنجي تقريباً هر ڪردار کي غير معمولي بلڪ زياده تر خوفناڪ نوعيت جي ڪرامتن ذريعي زوردار ۽ ماوراءِ بشريت ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ـــ جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو اڄوڪي دور جو انسان وڏيءَ ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ، دور دراز ڳالهين سوچڻ تي مجبور ٿيو پوي ٿو ۔

**زبان ۽ بيان:** جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي، **حديقتہ الاوليا** ١٠١٦ هه ۾ لکيو ويو آهي ۔ انهيءَ يارهين صديءَ جي ڀهرين چوٿائيءَ اندر سنڌ اندر فارسيءَ ۾ ٻيا هيٺيان ڪتاب تاليف ٿيا :

١) تاريخ معصومي ١٠٠٩ هه
٢) مثنوي چنيسر نامه ١٠١٠ هه
٣) بيگلر نامه ١٠١٧ هه
٤) تاريخ طاهري ١٠٣٠ هه

مٿين ڪتابن جو انداز بيان سلجهيل ۽ انهن جي زبان صاف ۽ سادي آهي ۔ انهن جي مقابلي ۾ ـ حديقتہ الاوليا ـ جو

صورتحال بلڪل ابتڙ آهي . بيان جو طريقو الجهيل ۽ زبان تمام ڳئوري. يعني عربي لفظن جي ڪثرت ۽ غير معروف ۽ غريب لفظن جي گهڻائيءَ سبب منجهيل آهي . مؤلف ڪوشش ڪئي آهي تہ گهٽي ۾ گهڻا ڏکيا لفظ وجهي غالباً پنهنجي زباندانيءَ ۽ علم جو مظاهرو ڪري ، ليڪن نتيجي طور پڙهندڙ کي مطالعو ڪندي گهڻو ڪجهہ پوڳڻو پوي ٿو . مثلاً هيٺين نموني جا لفظ شروع کان آخر تائين عام جام ملن ٿا :

مطرز ـ حقد ـ آن و آليق ـ مطيہ ـ استنامتي ـ صحاري ـ
طريق بہراري ـ ( ص ٢٦ ) مثلحط ـ اتساع عرصہ
مملڪت ـ بلب تجبيل تقبيل ـ وثاق ـ تنفير ـ مجبول ـ
تمساح ـ اقتناص ـ اصياد ـ حجرات ( ص ٢٧ )

اهي ٻن صفحن ۾ آيل الفاظ آهن . انهيءَ مان زبان جي انداز ۽ بيان جي طرز جو اندازو ڪري سگهجي ٿو .

**متن جي تياري :** ڪتاب جي موجوده متن تيار ڪرڻ ۾ هيٺين خطي نسخن مان ڪم ورتو ويو آهي :

### ١ـ نسخہ دانشگاہ سنڌ

حديقۃ الاوليا جو هي نسخو هٿ آيل نسخن ۾ سڀ کان قديم آهي . هن جي ڪتابت ٢٩ ربيع الاول ١١٧٨ ھ جو ٺٽي ۾ ڪئي وئي آهي .[1]

---

[1] برٽش ميوزم ۾ تاريخ هند جي مؤلف ايليٽ صاحب جا فائيل موجود آهن، جن ۾ ٺٽي جي ڪتب خانن جي فهرست بہ آهي . ( نمبر O.R. 2073 ) انهيءَ فهرست ۾ حديقۃ الاوليا ( باقي صفحہ ٨٥ تي )

اهو نسخو اصل ۾ مرحوم مولوي ولي محمد صاحب ڏاهري (متوفي ١٩٢٦ع )[1] جي ملڪيت هو ، جتان ( ٣-٢-٥٣ ) جو يونيورسٽيءَ جي ذخيري ۾ نمبر 13569 تي داخل ٿيو .

ڪتاب جي سائيز ساڍا 4 x ساڍا 7 آهي، هر صفحي ۾ ١٣ سٽون ۽ جملہ ٢٥٨ صفحہ آهن . عنوان ڳاڙهي مس ۾ ۽ خط پختو نستعليق . .

انهيءَ نسخي کي اساس بڻائي هيٺين نسخن سان متن جي

---

( بقيہ صفحہ ٨٤ )

جي هڪ نسخي جو ذڪر موجود آهي ، جنهن جا جملي ٧٨ ورق هئا ۽ منجهس ٢٨٩٠ بيت ( ؟ ) ڏيکاريل آهن . ترقيمہ ۾ تاريخ هن ريت ڄاڻايل آهي :

' — تمت تمام شد هذا الرسالہ کہ مسمی بہ حدیقۃالاولیا مت فی تاریخ ٢١ شهر ذیعقده سنہ ١٠٦٨ ھ — '

نسخو مڪمل هئو ۽ منجهس الهن سيني بزرگن جو احوال — جن جو مٿين يونيورسٽي واري نسخي ۾ آهي — موجود هو .

[1] حافظ محمد صاحب ناظر ڪتبخانہ دانشگاہ، مولوي صاحب مرحوم جو احوال راقم ڏانهن لکي موڪليو جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ : مولوي صاحب جي شاگرد حافظ حاجي محمد عمر ڪيريئي کان حافظ صاحب کي معلوم ٿيو تہ : مولوي صاحب جو انتقال ١٩٢٦ع ۾ ٿيو . سندس نسب هن ريت آهي: مولوي ولي‌محمد بن ميرمحمد بن محسن ( يا حسن ) بن پيرو بن ڏين . پاڻ سڪئي ڏاهري ( تعلقي حيدرآباد ) جي ڳوٺ جو ويٺل هو . سندس استاد مولوي عبدالله کڏهري ( نواب شاه ) هو . سڄي حياتي درس تدريس ۾ گذاريائين، ڪيترا شاگرد ڇڏيائين . پاڻ حڪيم بہ هو .

پيدا ڪري حاشين ۾ اختلافن کي نروار ڪيو ويو آهي.

## ٢- (ب) ڊاڪٽر نبي بخش جو نسخو

هي نسخو ننڍي قيصر واري قاضي فتح رسول ولد قاضي فتح محمد نظاماڻي جي ملڪيت هو. خاتمي ۾ قاضي صاحب جي نوٽ مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو نسخو غلام حسين ۽ غلام علي ولدان خدا بخش بن غلام علي فقير بن قيصر فقير نظاماڻي جي ڪتب خاني ۾ هو. غلام حسين ١٢٠٩ھ ۾ مياڻي واري جنگ ۾ شهيد ٿيو جنهن بعد ڪتاب قاضي فتح رسول وٽ پهتو.

ترقيمہ ۾ ڪاتب لکيو آهي:

'- زيب اتمام گرفت و زينت اختتام پذيرفت. کتاب مستطاب متبرکہ مشرفه موسوم بحديقۃ الاولياء کرام عظام خطه سند از دست احقر العباد راجی الی رحمۃ الله تعالیٰ فقير حقير پر تقصير قاضی محمد احسان ساکن حال کندی کهنہ عفی عنہ، بتاريخ بيست يکم شهر جمادی الثانی ١٢٣٧ھ -'

هي نسخو متين ذڪر ڪيل اساسي نسخي جو هوبهو نقل آهي. ايستائين جو جن ڏکين لفظن جي معنيٰ متين نسخي ۾ ڏني وئي آهي ساڳين انهن ئي لفظن جي ساڳي معنيٰ هن نسخي ۾ به ڏنل آهي.

هن نسخي ۾ به ڪي اضافا آهن جيڪي ٻئي ڪنهن نسخي

۾ موجود ڪو نہ آهن . جيئن تہ ڪن بزرگن جون تاريخون ڏنيون ويون آهن ۽ ڪن سنڌي بيتن جو اضافو ٿيل آهي . مثلاً :

١) بهاءُالدين ذڪريا جي ڄم جو سال ٥٧٦ هہ درج ٿيل آهي . حاشئي تي ڪنهن ٻئي صاحب وصال جي تاريخ ٧ ماه صفر ٦٧٠ هہ لکي آهي . ( ورق ٨ )[1]

٢) شيخ ٻئي جي تاريخ وفات حاشئي ۾ ١٣ ماه رمضان ٦٨٠ هہ درج آهي . ( ورق ١٧ )

٣) مخدوم ساهڙ لنجار جي وفات جو سال اسامي نسخي ۾ ٩٨٠ هہ درج آهي، هن نسخي ۾ ١٤ ماه رجب جو اضافو آهي . اها تاريخ بين‌السطور ۾ پوءِ لکي وئي آهي . ( ورق ٣٧ )

٤) مخدوم محمد اسماعيل سومري جي حالات ۾ حاشئي تي هيٺين ٻن بزرگن جي وفات جون تاريخون درج آهن .

الف : تاريخ وفات ملا لنر ١٨ ماه صفر ٩٥٥ هہ

ب : تاريخ وفات درس ٻلي ٣ ماه صفر ٩٦٧ هہ

( ورق ٥٧ )

شيخ جماليءَ چام تماچيءَ جي سلسلي ۾ جيڪو دعائيہ سنڌي بيت ڏنو هو، انهيءَ جو حوالو ملي ٿو، ليڪن بيت ڪٿي آيل ڪونہ آهي . هن نسخي ۾ جتي حوالو آهي اتهن

---

[1] سفينة الاوليا ۾ تولد جو سال ٥٦٥ هہ آهي ۽ وفات جا سال مختلف ڏنا ويا آهن . راحت القلوب ٦٥٦ هہ اخبار الاخيار ٦٦١ هہ سفينه ۽ فرشتہ ٦٦٦ هہ ۽ مراة الاسرار ۾ ٦٦٥ هہ .

ڪنهن صاحب حاشئي ۾ اهو بيت لکي ڇڏيو آهي . بيت واقعي شيخ حماد جماليءَ جو آهي يا ڪنهن ٻئي شاعر جو ، ان جي تصديق ۽ تحقيق جي ڪا صورت ڪونه آهي . بيت جي اکت هيءَ آهي :

جـونءُ سـت اونءُ ، جـام تـمـاچـي آءُ
سباجـي بـاج ڀيئي ، تو سيـن تهنڊو راءُ
(١٩ ب)[1]

صورتخطيءَ مان ظاهر آهي ته اهو بيت ١٩ صدي عيسويءَ کان اڳ جو لکيل آهي ، جنهن وقت خالص سنڌي آوازن لاءِ لفظ اچا ڪونه جڙيا هئا .

اهڙيءَ طرح نوح ڪيبرائي جو سنڌي بيت به حاشئي ۾ ڏنو ويو آهي :

ـ گويند که همانوقت اين بيت درويش نوح فرمود :

جـُونءِ ونجين جهري ماريو
جام تماجي شهري چريـو (ورق ٢١)

نسخي جي سائيز 9x6 آهي ، صفحـي ۾ ١٥ سٽـون آهن . عبارت جـي چـوڌاري ڳاڙهي جـدول آهي . عنوان ڳاڙهي مس

---

[1] تازو رسالي مهراڻ ( نمبر ١-٢-١٩٦٦ع ) ۾ دانشگاه سند جي استاد محترم خان صاحب ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي حوالي سان شيخ حماد جو هڪ ٻيو بيت به ڏنو آهي :

صلاح الدين تماچي ايندا سيگهه سري
ڇوٽو جهڙ جيپيو ، ٻيـس ڪوٽ ڪري

